# اذانِ عشق



(صوفي ولي محمد "تراب")
جو ڪلام

سهيڙيندڙ
نصرالله لغاري

ڪتاب جو نالو: اذانِ عشق
(صوفي ولي محمد ترابَ جو ڪلام)
سهيڙيندڙ: نصرالله لغاري
موضوع: شاعري
ڇاپو پهريون: نومبر 2009ع
ٽائيٽل: هرجي لال
ڇپائيندڙ: تبسم پبليڪيشن, ڦاڙهيارو خيرپورميرس
ڇپيندڙ: انٽيل ڪميونيڪيشنز, ربي چيمبر,
حيدرچوڪ, حيدرآباد, فون: 2721172
قيمت: 200 روپيا

# AZAN-E-ISHQ

[Poetry of Sufi Wali Muhammad Turab]

*Compiled by Nasrullah Leghari*

Edition: First
Year: November -2009
Title & Caligraphy: Harji Lal
Published by: Tabasum Publication, Pharhyaro,
Khairpurmirs – Sindh.

## سرائڪي حصو

اردو حصو

# مهاڳ

سنڌ جي سرزمين صوفين ۽ شاعرن جي سرزمين آهي.
ان خطي ۾ امن، ڀائيچاري ۽ ميٺ محبت کي قائم ڪرڻ ۽ ان
کي برقرار رکڻ ۾ انهن صوفين ۽ شاعرن جو نهايت اهم
ڪردار رهيو آهي. شاعر جيڪي امن ۽ محبت، پيار ۽ پنهنجائپ
جا سفير هوندا آهن، تنهن مان نندي ڪنڌ جي هڪ وڏي شاعر
شيخ اياز هڪ هنڌ لکيو هو ته ”حضرت نوح عليه السلام جي
ٻيڙي ۾ ڪيترن ڏينهن تائين مختلف نسلن ۽ قبيلن جا ماڻهو ۽
جانور پاڻ ۾ امن امان سان رهيا، پڪ سان ان ٻيڙي ۾ ڪو شاعر
موجود هوندو.“

موجوده شاعري جنهن کي اسان حضرت پٺ ڏٺيءَ ۽ سنڌ
ڀومي جي ٻين ڪلاسيڪل شاعرن جو تسلسل ٿا چئون، انهن
شاعرن کي اسان جيڪڏهن مختلف دؤرن ۽ زمانن ۾
ورهائينداسين ته اسان کي سوَنِ جي تعداد ۾ سرموڙ شاعر نظر
ايندا. ماضي قريب تي نظر وجهندا سين ته اهڙن ناميارن ۽ سماج
تي اثر انداز ٿيندڙ شاعرن ۾ قبله ولي محمد ”تراب“ جن جو
ذڪر نه ڪنداسين ته شاعرن جو ذڪر اڌورو ۽ اڻ پورو ٿيندو!

سائين ولي محمد ”تراب“ ضلعي خيرپور جي واريا سي ۽
ريگستاني علائقي ”نارو“، جنهن کي ”خيرپور جو ٿر“ به سڏيو
وڃي ٿو، اُن ۾ پنهنجي شاعريءَ ذريعي ضلعي جي ماڻهن ۾
محبت جو پيغام عام ڪيو. سائين ”تراب“ جي شاعريءَ جو

پهريون مجموعو ”اذانِ عشق“[6] اوهان جي هٿن [illegible] ۾ آهي، جنهن ۾ اسان کي هر قسم جي شاعري پڙهڻ لاءِ ملي رهي [illegible] ي آ [illegible] نعتيه، منقبت، ڪافيون، ڪلام، گيت، غزل، وايون، بيت، چؤسٽا، مسدس، ۽ سِٽا، مطلب ته هر رنگ موجود آهي. حقيقت سان سرشار شاعري به آهي ته مزاج سان مزين ٺيٺ شاعري به آهي.

سائين ولي محمد ”تراب“ جن جو مزاج به مختلف مزاجن جو هڪ خوبصورت گلدستو محسوس ٿي رهيو آهي. مذهبي رنگ به نظر ٿو اچي ته صوفياڻو رنگ به، ناصحانه رنگ به ته عاشقانه رنگ به.

صوفي تن هجڻ باوجود ولي محمد ”تراب“ جو ذهني لاڙو چاڪاڻ ته شيعه فرقي طرف هو، اُن ڪري سندس شاعري جو گهڻو حصو حيدرِ ڪرار شيرِ خدا حضرت علي ڪرم الله وجهه جن جي شان ۽ صفات ۽ پنجتن پاڪ ۽ آلِ علي ع جي حُب، سِڪ ۽ اُڪير سان سرشار نظر اچي ٿو. هونئن به حُبِ علي ڪانسواءِ حُبِ نبي ص بي مقصد آهي.

تراب سائينءَ جي ڪيترن ئي بيتن ۾ حضرت علي ع جن سان بي حساب عقيدت ۽ نيازمنديءَ جا ڪيترائي ثبوت ملن ٿا. مثلاً:

اٿندي، ويهندي حيدر حيدر، ڪرڻ اسان کي ثواب آ.
ڪرڻ اسان کي ثواب آ، علي شهر عِلم جو باب آ.

مٿيون شعر نبي پاڪ ص جن جي ان حديث جو مظهر آهي، جنهن ۾ پاڻ فرمايو اٿن ته ”مان علم جو شهر آهيان، علي اُن جو

دروازو آهي“.

ولي محمد ”تراب“ اهل بيت جي دروازي کان دور رهندڙ لاءِ چوي ٿو تہ:

هِن در جو جيڪو مُنڪر آ، سو ڪافر، فاسق بدتر آ.
شيطان انهيءَ جو رهبر آ، تنهن خر جو خانو خراب آ.

ٻي هڪ منقبت ۾ شانِ علي کي عقيدت جو ڪهڙو نہ سهڻو ۽ سچو رنگ ڏيندي فرمايو اٿائين تہ:

اگر سڀ ڪجھ علي جي در تان مِلي، ٻي در تي وڃڻ جو ڇا مطلب،
حيدر جو گداگر بڻجي وڃ، غيرن کان پنڻ جو ڇا مطلب.

”جهوڪ“ جي ماڳ تاريخ جي صفحن ۾ پنهنجي جاءِ انهيءَ لاءِ ورتي جو اتي مغل/ ڪلهوڙا دؤر جي بربريت جو مظاهرو درويش خلاف ڪيو ويو. مگر فقيرن وارو روحاني معرڪو انسانذات لاءِ دائما عبرت گاهہ بڻجي ويو.

جهوڪ جي درگاهہ والين جي فڪر، جيترا سنڌ جي ماڻهن جي دلين ۽ دماغن مٿان گهرا عڪس ڇڏيا آهن، شايد ئي ٻئي ڪنهن درگاهہ ايترا اثر ڇڏيا هجن، شاهہ عنايت شهيد جهوڪ واري جي درگاهہ اڄ بہ هڪ تحريڪ جو نالو آهي ۽ هڪ ايندڙ انقلاب جو نالو آهي، اُن جي نظريي ۽ فڪر مظلوم ماڻهن کي هڪ ٽيڻ بعد جدوجهد ۽ جستجوءَ جا گس ڏيکاريا.

”جهوڪ“ سنڌ جي صوفي تحريڪ جو مرڪز تصور ڪئي ٿي وڃي. ولي محمد ”تراب“ بہ ڇاڪاڻ جو اُن ئي دڳ جو پانڌيئڙو ۽ اتان جي فڪر جو پوئلڳ آهي. ساڳئي پيار واري پيغام جو پرچارڪ آهي. ولي محمد ”تراب“ پنهنجي شاعريءَ ۾

ڪيترن هنڌن تي جهوڪ (شهر) کي خراج عقيدت پيش ڪري، پنهنجي پوئلڳيءَ جو ثبوت ڏنو آهي. هُن پنهنجي هڪ اردو نظم ۾ شاهه عنايت شهيد جهوڪ واري کي هيٺين لفظن ۾ خراج تحسين پيش ڪندي لکيو آهي ته:

داتا تيري شهنشاهي، تيري جهوڪ مين ديکهي،
غريبون کي رهنمائي، تيري جهوک مين ديکهي،
ديا هي تم ڪو الله ني، ايسا رتبه شهادت کا،
اوليائون مين نهين هي، همسر کوئي تيري ولايت کا،
کيا هي سَر مبارک ني ختم قرآن کي تلاوت کا،
شهادت ڪربلا والي، تيري جهوک مين ديکهي.

جهوڪ شريف کان علاوه به ولي محمد ”تراب“ سائينءَ جي شاعريءَ ۾ ٻين ڪيترن ئي بزرگن سان عقيدت جو اظهار نهايت مؤثر انداز ۽ صدق دِليءَ سان مليو ٿو. قلندر شهباز حضرت عثمان مرونديءَ سان عقيدت جو اظهار هِن طرح ڪري ٿو.

سيوهاڻي صدقي صدقي، واهه ڪِبريا قلندر،
لعلن جو لعل آهين، خود پاڪ نور حيدر.
تنهنجي حضور ۾ هي سرڪار التجا آ،
طالب ”تراب“ تنهنجو، سائل جي هي صدا آ،
دنيا حشر ۾ پارت صدقو شبير شبر،
سيوهاڻي صدقي صدقي، واهه ڪبريا قلندر.
لعلن جو لعل آهين، خود پاڪ نور حيدر.

ان کان علاوه هُن فارسيءَ ۾ مؤج علي شاهه عرف موزل سائينءَ

کي خراج عقيدت پيش ڪيو آهي.

”تراب“ جي ڪلام ۾ مختلف ڪيفيتون ۽ رنگ سمايل آهن. ٻوليءَ جي چاشني بہ مختلف آهي. ڪٿي فارسي زده تہ ڪٿي بلڪل سولي ۽ آسان سنڌي عام فهم لهجو. دراصل اُن قسم جي تضاد ئي شاعريءَ جي خوبصورتي ۽ حُسن هوندو آ ۽ شاعر جي قابليت ۽ فڪري وسعت جو دليل.

سنڌي ادبي حلقن ۾ اهو بحث ڪافي ڏينهن کان جاري آهي تہ سنڌي شاعريءَ مان ڪافيءَ جي صنف ختم ٿيندي پئي وڃي ۽ قبلہ طالب المولیٰ کي سنڌي ڪافيءَ جو آخري قادر الڪلام شاعر تصور ڪيو پيو وڃي، ڪن شاعرن جو خيال آهي تہ ڪافي هاڻي وڃي ڪلاسيڪل شاعرن جي شاعريءَ تائين محدود ٿي آهي. ان بحث کان هٽي ڪري، مان سمجهان ٿو تہ اُن تي گهٽ ماڻهن کي اتفاق هوندو تہ جديد شاعريءَ ۾ ڪافيءَ جي صنف واقعي بہ ناپيد ٿي وئي آهي ۽ جيڪڏهن اهو رجحان رهيو تہ پوءِ ان ڳالهہ جو امڪان موجود آهي تہ سنڌي شاعريءَ مان صنف ”ڪافي“ ختم ٿي وڃي!

”ڪافي“ سنڌي شاعريءَ جي هڪ نهايت قديم ۽ لوڪ پسند صنف آهي. فڪر ۽ ٻوليءَ جي ڪري ”ڪافي“ واديءَ مهراڻ جي ماڻهن جي مزاج ۾ پيهجي وئي آهي. ”تراب“ سائينءَ جي شاعريءَ ۾ بي شمار ”ڪافيون“ موجود آهن ۽ هر ”ڪافيءَ“ جو هڪ پنهنجو حُسن ۽ رنگ آهي. هڪ ”ڪافيءَ“ ۾ فرمائي ٿو:

محبت آهي عاشقن جي عبادت،
توڙي ڪري پيو زمانو شڪايت.

ٻيءَ "ڪافيءَ" ۾ وري ٻيو رنگ ملاحظ ڪيو:

ڳائي نہ توکي جانب جدائي،
سڄڻ ساھہ منھنجو ساري سدائي.

وڌيڪ "ڪافين" جا ٽلھ:

توسان مولا شال ملائي، آ تہ توسان پيار ڪيان،
تنھنجي ھر ھر ياد ستائي، آ تہ توسان پيار ڪيان.

****

ڏاڍو برھہ تو يار ٻچايو آ، ٻچايو آ، ٻچايو آ، ٻچايو آ،
ڏاڍو سُورن يار ستايو آ، ستايو آ، ستايو آ، ستايو آ.

*****

جن کي اميد آھي، محبوب جي ملڻ جي،
پرواھہ تن کي ناھي، ڪنھن سُور جي سھڻ جي.

*****

ھلي آ تہ پيارا ڪيون ڳالھڙيون،
سوا تنھنجي گذرن نٿيون راتڙيون.

ھن ڪافيءَ جو رنگ ۽ پيغام ٻين ڪافين کان بلڪل مختلف ۽ نرالو آھي:

ڪرين عشق اول ان جي اصولن تي اچڻ سِک،
سورھيہ جي ڪرين سوُپ تہ سوليءَ تي چڙھڻ سِک.

اھو ساڳيو ئي پيغام آھي تہ:

سورھيہ مرين سوپ کي تہ دل جا وھم وسار،
ھڻ پالا، وڙھہ پاڪرين، آڏي ڍال مَ ڍار،
متان تيغ ترار، مار تہ متارو ٿئين.

هونئن شاعري خالي لفظن يا قافين رديفن جو نالو ناهي پر شاعري اها آهي، جنهن ۾ ڪو فڪر ۽ پيغام بہ سمايل هجي. ان اعتبار ڪان ولي محمد "تراب" جي شاعريءَ ۾ ڪافيءَ وارو حصو ٻين صنفن مٿان وڌيڪ حاوي ۽ سگهارو محسوس ٿي رهيو آهي. اُن ڪري اهو چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ ڪونہ ٿيندو تہ "تراب" سائينءَ جو هيءُ شعري مجموعو جڏهن ڇپجي پڌرو ٿيندو تہ ڪافيءَ جي صنف ڪي جڻ تہ هڪ جِلا بخشجي ويندي.

سندس ڪلام ۾ ننڍي بحر وزن واريون ڪافيون بہ آهن تہ ڊگهي بحر وزن واريون ڪافيون بہ. مجموعي طرح سان هيءُ شعري مجموعو هڪ گلدستو آهي، جنهن ۾ ڪيترائي خوبصورت شعري گُل ٽڙيا پيا آهن ۽ هر گل جي پنهنجي خوشبوءِ ۽ پنهنجو رنگ آهي.

اُن ڪان علاوه شاعريءَ جون لڳ ڀڳ سيئي صنفون ملن ٿيون ۽ مختلف ٻولين جو امتزاج بہ آهي. سنڌي، اردو، سرائڪي ۽ فارسي. ان مان شاعر جي فني قدرت جو اندازو لڳائڻ مشڪل ڪونهي. جيڪو بہ حصو ملاحظہ ڪجي ٿو تہ ائين ٿو لڳي تہ شاعر ڪي اُن ئي صنف تي ڪمال ۽ عبور حاصل آهي.

هن ڪان اڳ "ڪافيءَ" بابت لکي چڪا آهيون، وري جيڪڏهن غزل مٿان نظر ٿا وجهون تہ لڳي ٿو تہ ولي محمد "تراب" آهي ئي غزل جو شاعر. هونئن ڏٺو وڃي تہ شاعريءَ ۾ اڄ ڪلهہ جيڪا سڀ ڪان وڌيڪ صنف لکي پئي وڃي سا آهي غزل. غزل اردوءَ ۾ لکيو وڃي يا سنڌيءَ ۾ ٻڌايو وڃي يا ڳايو وڃي، ماڻهن ۾ تمام گهڻي مقبول صنف آهي.

دراصل غزل جي بناوت کان وڌيڪ اُن ۾ ڪتب آندل الفاظ ئي اُن کي مقبول بنائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. اهي الفاظ جيڪي عام ماڻهوءَ جي عام احساسن ۽ جذبن جي نمائندگي ڪندا هُجن. جيئن "تراب" جو هڪ غزل آهي ته:

ڏيئي دلربا دل، خطا مون ڪئي آ،
جفا تون ڪرين ته به، وفا مون ڪئي آ.

يا وري بيو غزل پڙهي ڏسو ته ڪيڏو نه عام فهم آهي.

مون جدائيءَ ۾ منا روئي ڏنو،
حال منهنجي تي وفا روئي ڏنو.

غزلن واري ڀاڱي مان ڪُجهه نمائنده غزلن جون سِٽون ملاحظه ڪيو.

اهڙو منهنجي پيار ۾ ڪو مقدر خدا ڪري،
اچي رات محفل ۾ دلبر خدا ڪري.

****

چو ڪيو تو پيار، توکي ڪنهن چيو؟!
گهُري ورتئي آزار، توکي ڪنهن چيو؟!

****

راز الفت وري ڪلي پوندو،
سهڻو اگر سامهون مِلي پوندو.

****

رات ڏينهن، مونکي پيارا، گڏ رهائڻ ياد ٿئي،
ڳل ڳراٽيون پيار مان، مون ساڻ پائڻ ياد ٿئي.

شاعري قدرتي ڏات به آهي ته ڏانءُ به. ڏانءُ جي معنيٰ

آهي فن. شاعر بہ هڪ فنڪار آهي. ولي محمد "تراب" جي شاعريءَ ۾ فني گهاڙيٽي جو ڪمال نظر اچي رهيو آهي. سندس هڪ غزل آهي. جنهن سموري غزل ۾ سڀ نقطا هيٺيان آيل آهن. جنهن کي شعري صنعتن ۾ صنعت تحت نقاط چيو وڃي ٿو. غزل جو مُنڍ آهي:

پرديس پري، ويو يار هليو، ڇو وسري ويس، ويچار ڪيو،

پيار پلي هو ويهي آ رهيو، آهي بره هاٿي بيمار ڪيو.

ان کان علاوه صنعت فوق نقاط ۾ بہ هڪ غزل لکيل آهي.

ٿر وَنو ٿڌڪار ٿرن، مال ڪاهن ٿا ماروئڙا،

گل، ڦل، گاهہ گلزار گلن، خوش کلن ٿا ماروئڙا.

اُن سڄي غزل ۾ ڪتب آندل سيني لفظن ۾ نقطا مٿان آيل آهن ۽ ان سموري غزل ۾ لفظ بہ نهايت خوبصورت، اعليٰ ۽ عمدا ڪتب آندل آهن، جنهن مان شاعر جي فني مهارت جي عڪاسي ٿئي ٿي.

مطلب تہ ولي محمد "تراب" جي سموري شاعري فڪري اعتبار کان بہ شاهوڪار شاعري آهي تہ فني اعتبار کان بہ. هي ڪتاب پڌرو ٿيڻ کان پوءِ سنڌي ادب جي شعري حصي ۾ هڪ خوبصورت ۽ املهہ اضافو ثابت ٿيندو.

**ڪوثر برڙو**

ريڊيو پاڪستان خيرپور

16 آڪٽوبر . 2008ع

## جوڳيءَ تي جَڙاءُ

الله ڪريم جڏهن روح پيدا ڪيا، تڏهن انهن کان پڇيائين تہ "الست بر بکم" ڇا مان تنهنجو رَبّ آهيان؟ روحن جواب ڏنو "قالُوبلئٰ" هائو تون اسان جو رب آهين، رَبّ العلمين فرمايو تہ "مان توهانکي آزمائيندس تہ سچا ۽ ڪُوڙا پڌرا ٿين"، قرآن پاڪ ۾ آهي تہ "توهانکي آزمائيندس، خوف، بُک ۽ مالن ۾ گهٽتائي، جان جو خوف ۽ ميون وغيره سان پوءِ جيڪي صبر ڪرڻ وارا بندا آهن، اُهي چوندا تہ اسان الله جا آهيون ۽ موٽي اوڏانهن وڃڻو آهي". اُن اقرار ڪي صوفين الستي اقرار سڏيو ۽ سندن چوڻ مطابق عشق بہ اُن ئِي ڏينهن پيدا ٿيو عاشقن اُن ڏينهن يعني روزِ ازل کان دنيا کان مُنهن موڙي عشقِ الاهي اختيار ڪيو سائين لطيف فرمايو آهي تہ:

الست با الربکم جڏهين ڪن پيوم،
قالو بلئٰ قلب سان، تڏهن تِتْ چيوم،
تنهين وير ڪيوم، وچن ويڙهيچن سين.

اِن مان مراد اهيا آهي تہ سچو ۽ صَحي عشق آهي ئي اهو جيڪو الله پاڪ سان ڪجي.

صوفي تراب سائين بہ اهلِ تصوّف وانگر الله ڪريم جي عشق جِي تائيد ڪندي فرمائي ٿو تہ:

شرف شهنشاهہ ڏنو آ، عشق عاليشان ڪي......

جيئن تہ الله پاڪ دنيا داريءَ کان نفرت ڪري ٿو ۽ تقويٰ کي پسند ڪري ٿو. قرآن پاڪ ۾ ارشاد آهي تہ: "مالِ ۽ اولاد دنيا وي زندگيءَ جي زينت آهي". عاشقن کي بہ اُخروي حياتي گُهرجي، اُن لاءِ روحِل فقير فرمائي ٿو تہ:

دنيا ڍونڍ تے طالب ڪتے، ڏونهان مِل ڪرتاڻي.....
روحل راهہ رباني ٻاجهون، ٻي سڀ ڪُوڙ ڪهاڻي.

ٻي سڀ ڪُوڙ ڪهاڻي لاءِ سهڻي لطيف فرمايو آهي تہ:

ڇاڪي وڃين ڇو ٻيلي ٿئين ٻين جو
وٺ ڪنجڪ ڪريم جي، جڳ جو والي جو
سوڪو هوندو سو جنهن جو عشق الله سين.

صوفي درويشن حقيقت ۾ تہ الله جي اطاعت، عبادت ۽ محبت ڪرڻ جو پيغام ڏنو آهي پر ٻئي طرف مالڪِ حقيقي پڻ پنهنجي ويجهڙائپ انسان ذات سان ظاهر ڪندي فرمايو آهي تہ "مان توهان کي ساهہ واري رڳ کان بہ وڌيڪ ويجهو آهيان" اِن مان صاف ظاهر آهي تہ الله پاڪ تہ انسان کي تمام ويجهو آهي، مگر انسان اُن مالڪِ حقيقيءَ سان محبت ۽ اُنس رکي، مالڪ سائين، انسان ذات کي "اشرف المخلوقات" جو درجو عطا ڪيو.

اهڙيءَ طرح ڪيترا ڀيرا الله پاڪ، انسان جي عظمت ۽ قربت جو اظهار پڻ ڪيو آهي. ملائڪن کي ٻڌايو ويو تہ "انسان منهنجو نائب يعني خليفو آهي".

ان لاءِ اُهو انسان کي ئي سوچڻ ۽ سمجهڻ گُهرجي تہ هُو ربّ پاڪ کي ٻئي هنڌ ڳولهڻ بجاءِ پنهنجو پاڻ ۾ ڳولهي وٺي. لطيف سرڪار فرمايو آهي تہ:

وڃين ڇو وٽڪار، هِت نہ ڳولهين هوت کي،
لِڪو ڪينَ "لطيف" جئي، ٻاروچو ٻئي پار،
نائِي نيڻ نهار، تو ۾ ديرو دوست جو.

سائين لطيف جي فڪر جي تائيد ڪندي صوفي تراب فرمايو آهي تہ:

جو ڏٺم دل ۾ ڏٺم، دل جي اندر دلبر ڏٺم،
نہ هِت ڏٺم نہ هُت ڏٺم اُن جو دل ۾ گهر ڏٺم.

صوفي فقيرن جڏهن دنيا وي طلب ۽ نفساني خواهشن کان پاڻ کي پليو پنهنجي هردي ۾ هڪ الله جي ذات کي سمايو تڏهن وڃي دل کي نور الٰهيءَ سان منور ڪيو ۽ ٻين کي پڻ دنياوي طلب ۽ نفساني خواهشن کي

پاڻ پلڻ جي تلقين ڪئي، صوفي ولي محمد تراب سائين انهيءَ سلسلي ۾ فرمائين ٿا ته:

هستي هستي حرِص ڇڏي ڏي، غافل پئو نه غرقاني،
ڇڏ تون خواهش نفساني......

حرص ڇڏڻ ۽ نفساني خواهش ختم ڪرڻ کان پوءِ صوفي تراب ڪجھ عشق جا اصول ٻڌائي ٿو:

ڪرين عشق اول اُن جي اصولن تي اچڻ سِڪ،
سورهيه جي ڪرين سوڀ ته سُوليءَ تي چڙھڻ سِڪُ.

............

عشقُ جي مڪتب اڳيان لتڪيل سِريُون ڏڙ ڏار ڏس،
من خدا يا، موج ۾ سِرُ نيزي هسوار ڏِس.

صوفي تراب سائين، جتي عشق جا اصول ٻڌائي ٿو ته اتي وري عشق اٽانگي ذات به چوي ٿو:

ناهي ڪنهن جي بات، آهي عشق اٽانگي ذات.

تراب سائين جي ڪلام ۾ سڪ، محبت ۽ وڇوڙي جا نينهن نظارا چٽيل آهن، مگر هُن درويش ته مئخاني جي دروازي کي به وڃي کڙڪايو آهي:

صراحي کول آي ساقي، نظارن جو نشو گُهرجي،
پيئڻ سان پُر ٿِيڻ کان پوءِ، پيارن جو نشو گُهرجي.

مئخاني ۾ وڃڻ کانپوءِ تراب سائينءَ جي اندر جي اُج ۾ ڪا به گھٽتائي نٿي ٿئي:

نه ساقي نه ساغر، مئي نه فضا آ، شرابِ محبت پياري ٿو ڪو ڪو.

سائين تراب ڪٿي مئخواري واري شاعري ڪئي آهي ته ڪٿي وري مَنَ جِي مونجھه کي لاهڻ لاءِ اوٺين جي اچڻ جي انتظار ۾ پڻ ويٺل نظر اچي ٿو:

ايندو شال اوٺي، ڪندس پچارون.

اُنهيءَ اوٽيءَ کي شايد پنهنجي سڄڻ ڏانهن، دل جو احوال اوريندي چون ٿا تہ:

سواءِ تنهنجي سڄڻ سائين، جيئڻ کهڙو مرڻ کهڙو.

..........

هيڻو ٿيو حال، اچي سڄڻ تہ سُور سٽايان....

صوفي تراب سائينءَ جي نسبت جهوڪ جي صوفي سائين عنايت الله شهيد سان آهي ۽ جهوڪ منجهان جن بين ڪجهہ صوفين کي محبتن جي ونڊ مِلي تِن جو ذڪر ڪندي صوفي سائين هڪ منقبت ۾ فرمايو آهي:

فيض اهڙو ڪونہ ڏِسبو گُهم وڃي ساري دنيا،
ڏِس "رڪيل شاهہ" سان بہ ٿِي قربدارِي جهوڪ ۾.

"نصير" جهڙو ڪونہ ڏسجي، سنڌ ۾ اهڙو فقير،
جيئن تہ "صادق" سان بہ ڪئي آبختياري جهوڪ ۾...

سائين تراب جي شاعريءَ جو انداز منفرد آهي. سندس ڪلام ۾ رواني ۽ موزونيت سبب هڪ قسم جو ميٺاج ۽ رَسُ موجود آهي. جڏهن تہ تراب سائين جي ڪلام ۾ اسان کي سنڌ جي معروف صنفن جا نمونا مِلن ٿا. ان کان علاوه صنعتن کي پڻ ڪم آندو آهي. انهن ۾ خاص طور تي تحت نقاط جي شعر کي هيٺيئن ريت چٽيو اٿن:

پرديس پِري ويو يار هليو چو وسري ويُس ويچار ڪيو...

اهڙو شعر، جنهن جي لفظن کي صرف مٿان ئي نقطا هوندا آهن، اُن شاعريءَ جي صنعت کي فوق نقاط چئبو آهي. سُر مارئيءَ جي ڪلام ۾ فوق نقاط کي هيٺين رنگ ۾ رنگيو اٿن:

تر وٺو تڏڪار ترن، مال ڪاهن ٿا ماروئڙا،....

صنعت لف و نشر ۾ وري ڪلام ۾ قرآن پاڪ جون آيتون، حديثون ۽ عربي محاوره وغيره ڪتب آڻيا آهن. مثال:

"العشق نارالله" چئي اڙيا نہ عشق و ....

..............

"مُوتو قبلل انت مُوتو" جن مزو هِي ماڻيو...

هڪ شعر ۾ صوفي تراب سائينءَ اکين کي تلوار کان به تاب تِکو ڏيکاريندي فرمائن ٿا:

گهوٽ گهُورن ساڻ ٿيون ڪجليون ڪُهن،
تاب اهڙو ڪونہ آ تلوار ۾.

شعر جو هيءُ قسم صنعت حسن تعليل جو نمونو آهي، جنهن ۾ اصل حقيقت کان ڪجهہ وڌاءُ کان ڪم ورتو ويو آهي.

.............

پونئر ٿا پُلجي پِرونئن تي پَون،
وار گهُنڊيدار ڪارونيار ۾....

شاعريءَ ۾ صنعت تجاهل عارفانہ بہ هڪ صنعت آهي، جنهن ۾ اصل حقيقت کي ڄاڻندي بہ اڻڄاڻائيءَ کان ڪم وٺجي. اهڙي قسم جي ڪلام ۾ تراب سائين فرمايو آهي تہ:

ڪي چَوَن ٿا چنڊ، ڪي صورت چَوَنِ،
توکي ٿا من مُهڻي صورت چونِ،
ڪي چون ٿا هي آهي جادوگري،
ڪي وري قادر سندي قدرت چون.

مٿين صنعتن کان علاوه سائين تراب جي ڪلام ۾ صنعت مراعات نظير، صنعت تضاد ۽ ٻيون بہ ڪيتريون ئي صنعتون شامل آهن.

مطلب تہ صوفي ولي محمد "تراب" جي ڪلام ۾ سنڌ جي روايتي شاعريءَ جو حُسن سمايل آهي. سندن شاعريءَ مان سنڌ جا صوفي، سگهڙ شاعر ۽ سنڌي ادب ۾ ماسترس يا ڊاڪتريٽ جي ڊگري حاصل ڪندڙ فائدو حاصل ڪري سگهن ٿا.

خادم الفقراءَ
فقير قادر بخش ٽالپر 'ڪرم'
ڳوٺ ٽالپر وڏا، تعلقہ ڪوٽڏيجي،
ضلعو خيرپورميرس.

سيڙيندڙلاءِ راءِ

# استاد اج بہ عظيم ٿي سگهي ٿو

سنڌ جو روايتي استاد ڪيئل داس "فاني"، ڪشنچند "بيوس"، محمد ابراهيم جويو کان وٺي راشد مورائي ۽ استاد بُخاريءَ تائين ٻن زبردست ڳُڻن جي ڪري سڃاتو ويندو هو. هڪ سندس درس و تدريس ۾ دلچسپي ۽ مهارت، ٻيو ادب سان اٿاهہ چاهہ! اهوئي سبب آهي جو سنڌي ادب جا (نثر توڙي شاعريءَ ۾) معمار استاد پيشي سان ئي تعلق رکندڙ هئا.

اهي تہ ٿيا سنڌي ادب جا ٿنيا پر هڪ دور هيو جڏهن استاد چوويهہ ئي ڪلاڪ تحقيقي ۽ تخليقي ڪمن ۾ رُڌل هوندا هئا. اسڪول کان سواءِ سندن اگرڪا مصروفيت هوندي هئي تہ اُها ادب لکڻ پڙهڻ جي هوندي هئي: گرامر، بحرووزن، ترجما، تجزيا، ترتيب ۽ تدوين، شعرو شاعري ۽ لوڪ ادب کي ڳوٺن ۾ وڃي ڪچهرين وسيلي سهيڙڻ ان دور جي استاد جي روايت ۽ عادت هئي. اوڻويهين ۽ ويهين صديءَ جي ادبي تاريخ جا ورق اُٿلائجن ٿا تہ اُن دور جي استادن تي فخر ۽ پيار ٿو اچي تہ جديد سنڌي ادب جِي پيڙهہ جو پٿر رکڻ وارا اهي عظيم استاد ئي هيا.

سنڌ ۾ پلوڙ استادن جي کوٽ ڪانهي، آڱرين تي ڳڻڻ جيتري تعداد کي ڇڏي ڪري، اڄ جي استاد (جنهن لاءِ اڄ جي سماج "ماستر" جو لفظ گهڙيو آهي) جا مشغلا ڪهڙا آهن؟ واريءَ سوال جي جواب ۾ هڪ نہ ڪُٽنڊڙ چارج شيٽ جِي لسٽ سامهون اچي ٿي، جنهن جي صفائيءَ ۾ اڄ جي استاد وٽ ڪوبہ مطئمن ڪندڙ جواب ناهي!

هڪ محتاط ڪاٿي موجب اڄ بہ سنڌ جي پنجاهہ سٺ سيڪڙو اديب، شاعر ۽ صحافي بنيادي طور ٽيچر آهن ۽ (معذرت سان) ڪنهن نہ ڪنهن گهوسٽ اسڪول جا گوسڙو ماستر آهن، جيڪي اسٽيجن تي ڊگهيون تقريرون ڪندا آهن، ٻوليءَ جي ترقي ۽ واڌاري، انقلابن ۽ تبديلين جا ڏهل وڄائيندا آهن ۽ پاڻ کي ناميارو برک ۽ سُڄاڻ جي القابن سان اخباري سُرخين جي زينت بڻائيندا رهيا آهن!

ذِهني غربت، پيشورانہ مُنافقت ۽ محنت جي ڏُڪار واري هِن بدنصيب دور ۾ نارو تعلقہ، ضلع خيرپور مان ڦاڙهيارو ڳوٺ جي ريگستاني ۽ پوئتي پيل علائقي جي هڪ نوجوان استاد نصرالله لغاري ڪلهہ واري "ڪلاسيڪل استاد" جِي سِڪ لاٿي آهي. جنهن سنڌ جي عظيم انقلابي صوفي شاهہ عنايت شهيد جهوڪ واري جِي تسلسل واري درگاهہ تجل شريف جي سنت صوفي سائين ولي محمد "تراب" جي ڪلام جا وِکريل موتي ميڙي "اذانِ عشق" جي شڪل ۾ هڪ خوبصورت مالها پوئي آهي، اُن لاءِ استاد نصرالله جسُ لهڻي.

زبير سومرو

11- آڪٽوبر- 2009ع
حيدرآباد سنڌ



صوفي ولي محمد "ٿُراب"

مالڪِ حقيقيءَ جي ذڪر فڪر ۾ ويٺل

# جي هينئڙي منجهه هُرن

ماڻهن وٽ در در وڃڻو پيو. جهول ۾ ڪتان ڪٽا پيا تي ته ڪتان "معاف ڪجان" وارو جواب تي مليو. ڪنهن ڏاهي ڏس ڏنو ته تنهنجو ڪم "ٻڍُڙي سائين" جن کان ٿيندو. جڏهن ڳوٺ سونهارو جي ٻڍڙي سائين (علي بخش شاهه جيلاني) وٽ حاضر ٿي نمرتا سان عرض ڪيم ته سائين، صوفي ولي محمّد تراب" جو ڪلام (ڊائري) منهنجي حوالي ڪري ڇڏي. ڪلام کي اُتارو ڪرڻ لاءِ ڏينهن رات لڳي ويس. سُونهاري جو سُونهون استاد (سُگهڙ) حسين بخش رِڌ، مونکي ڪلام جي ڪمپوزنگ لاءِ خيرپور سائين دامن عَلي رضويءَ وٽ رَسايو.

ڪتاب جي باري ۾ ذڪر ڪيم سائين محمد حسين ٽالپر "دلشاد" سان ته هُن رُڳو ٻه لفظ چيا ته "استاد آهيو ڪتاب کي ادبي ٻوليءَ ۾ شايع ڪرائجو". سمجهيم ته ڪتاب ڇپرائڻ شايد سَولي ڳالهه ڪانهي، ڪمپوز ٿيل مواد سندس حوالي ڪري مان ته نارو (ڦاڙهيارو) هليو آيس. فون ڪري ٻڌايائين ته سائين ڪوثر ٻرڙو (اسٽيشن ڊائريڪٽر ريڊيو پاڪستان خيرپور) مهاڳ لکي ڏنو آهي ۽ صوفي قادر بخش ٽالپر "ڪرم" ڪتاب "اذانِ عشق" تي پنهنجا ويچار ڏنا آهن.

ڇيڇ ڪان ورتم ته دلشاد ٽالپر وچي حيدرآباد سائين تاج جَويو نصيرمرزا ۽ زبير احمد سومرو جن سان ملاقات ڪرائي، اهو مون ڪڏهن سوچيو به ڪونه هيو ته منهنجو ڪو خواب ساپيان ٿيندو. سائين تاج جويو نصير مرزا ۽ زبير سومرو جن کي شاعريءَ جي ڪتاب تي پنهنجا ويچار ونڊڻ لاءِ گذارش ڪئي سين (سائين نصير مرزا صاحب جن کي ڪتاب تي ڪجهه لکي ڏيڻ لاءِ سائين ڪوثر ٻرڙو جن به هڪ ٻه ڀيرا فون تي چيو هيو.) سائين تاج جويو ۽ نصير مرزا صاحب جن ڪويتا پبليڪيشن جي موهن مدهوش کي ڏاڍيون پارتون ڪنديءَ ڪتاب جو ڪم سندس حوالي ڪيو.

موهن مدهوش بلڪل مدهوش ڪونهي، هُو هوش وارو آهي، هر ايندڙ ڇي پنهنجي مخصوص مُرڪ سان آجيان ڪري ٿو.

"اذانِ عشق" جي ٽائيٽل لاءِ محترم استاد هرجي (ڊرائينگ ٽيچر ايليمنٽري ڪاليج آف ايڊيوڪشن حيدرآباد) جن آيا ته دلشاد ٽالپر ڪاغذ تي موجوده ٽائيٽل کي پيين سان ٺاهي پنهنجو خيال پيش ڪيو ته ٽائيٽل هِن جهڙو ٺهندو ۽ ههڙي قسم جا رنگ اُن ۾ پربا. ٽائيٽل ڪتاب جي نالي سان، ڪتاب جو نالو ڪتاب واري صوفي سائين ولي محمد "تُراب" جي شاعريءَ سان نهڪندڙ آهي يا نه، اُهو پڙهندڙن تي آهي ته اُهي پنهنجي راءِ سان نوازيندا ته آئينده لاءِ سُڌارو ڪري سگهجي.

خاص ڳالهه ته جڏهن سائين زبير سومرو کي منهنجي خبر پئي ته ڪتاب "اذانِ عشق" جو سهڙيندڙ ۽ ڇپرائيندڙ هڪ پرائمري استاد آهي ته هُن سائين صوفي ولي محمد "تراب" جي شاعريءَ تي لکڻ بجاءِ مون مسڪين (سهڙيندڙ) تي ڪجهه لکڻ لاءِ پنهنجو ارادو ظاهر ڪيو.

"اذانِ عشق" جي ڇپائيءَ واري ڪشڪولِ ۾ ڪنهن ڪيترا داٽا (هيرن ڳٽا) ڏنا، اُهو اِجهو اوهانجي هٿن ۾ آهي. اُن لاءِ سڀ کان پهرياڻين مان پنهنجي والدين جو شڪرگذار آهيان. جن مُرشد صوفي ولي محمد "تراب" جي شاعِريءَ کي ڪتابي صورت ۾ آڻڻ لاءِ منهنجي نه صرف همت افزائِي ڪئي پر مون سان مالي سُهائتا پڻ ڪئي، اُنهن بزرگن کان علاوه سائين علي بخش شاه جيلاني، سگهڙ حسين بخش رڏ، سائين دامن علي رضوي، محمد حسين ٽالپر "دلشاد"، صوفي قادر بخش ٽالپر "ڪرم"، ٽائيٽل آرٽسٽ محترم استاد هرجي، منهنجو محُسن سائين ڪوثر برڙو سائين زبير احمد سومرو قابلِ عزت سائين نصيرمرزا ۽ لائقِ احترام سائين تاج جويو جن جو پڻ وڏيڪ احسانمند آهيان، جن پنهنجن وزنائتن مشورن سان نوازيو جو هيءُ ڪتاب "اذانِ عشق" اوهانجي هٿن تائين پهتو آهي.

ٿورا، نه ٿورا، مون تي ماروئڙن جا.

احقرالحقيرِ

نصرالله لغاري

رابطي لاءِ: 0321_3416804

بِسمِ اللهِ الرّحمٰنِ الرّحِيمِ ط

# حمد

تون ڪائنات ڪل جو مالڪ مختيار سائين،
روز رسائين سڀ کي ڏيهَن ڏاتار سائين.

(1)

زمين آسمان جو مَلڪ، حورون غِلمانَ جو،
آدم، حوا، آسمان جو، يحيٰ ۽ لقمان جو،
دائود، سليمان جو، يوسف ۽ ڪِنعان جو،
عشق زليخان جو، بلاول جي آذان جو،
آخر نبي قرآن جو، تو ڪيو اظهار سائين.

(2)

سمونڊ جي ڪَرَن جو، دريا جي وهڪرن جو،
مانگر مڇ، مَڇن جو، پاڻي اندر سِپن جو،
ڇولين ۽ لهرن جو، ٻيڙن ۽ ملاحن جو،
رڇن ۽ ڪنارن جو، ڪينجهر ۽ منڇرن جو،
ندين، نهرن، نئين جو، تون نگاهه دار سائين.

(3)

رام ۽ هنومان جو، بن ۽ بيابان جو،
راوڻ جي بي گمان جو، سيتا سندي ايمان جو،
لنڪا جي سون ميان جو، لڙاين ۽ ڏيارين جو،
ڪرشن جي ڪرشمان جو، بُتن جي پوڄارن جو،
رامائڻ ۽ گيتا جو، واهه جو نظار سائين.

(4)

دنيا سندي چمن جو، گلڙن ۽ ٻوٽڙن جو،
گيندن ۽ گلابن جو، چنبيلي ۽ رابيلن جو،
سنبل ۽ سوسن جو، سرو ۽ رتن جو،
وڻن، ٽڻن، پنن جو، وڻ جي گلن ڦلن جو،
خوشبو ۽ رنگن جو، تون سڀ جو سينگار سائين.

(5)

واريءَ، ڏڙن، ڀِٽن جو، ڪيرن ۽ ٺڪُرن جو،
گهٽن ۽ گهيرڙن جو، ويرن ۽ گهونن جو،
پاسيرن، وڍن، اُيَن جو، ڪوهن، تڙن، ڀَٽن جو،
درتن ۽ ٻوڪن جو، ڪيلن ۽ آهُرَن جو،
چونگار ۽ چَڙن جو، چوٻول چوڌار سائين.

(6)

پکين، جانورن جو، مينهُن، ڳُئُن، ڍڳن جو،

ٻڪرن ۽ ٻڪرارن جو، رڍن ۽ ريڍارن جو،

اُٺن ۽ اُٺارن جو، گدڙ، ٻگهڙ، مِرُن جو،

سرحن، روجهن، گڊن جو، هرڻن ۽ ڦاڙهن جو،

رڇن، يولن، شينهَن جو، ڏٺي ڏنار سائين.

(7)

اُڏامندن پکين جو، ڪبرن، اُلن، ڪانون جو،

تترن، هيڙهن، طوطن جو، پوپٽ ۽ پؤنرن جو،

ماکي سندي مکين جو، ڳيرن ۽ جهرڪڙن جو،

وِڇُن ۽ بلائن جو، پاٽيءَ ۾ ڏيڏرن جو،

هر ساهدار جيتن جو، تون پالڻهار سائين.

(8)

"تراب" آ تجل ۾، تر ڏٺي جي تل ۾،

پُهچي مدد ڪري مهل ۾، نِمُن جي ڇانوُن ۾،

ويساهہ آهي دل ۾، مرشد مڪمل ۾،

نظر ڪيو نا اهل ۾، آهيان گنهگار سائين.

# نعت

خدا ڪري شل وڃان، مديني ڏسان، مان روضو رسول الله جو،
نہ مون ۾ طاقت، نہ مون وٽ دولت، هي عرض آ في سبيل الله جو.

(1)

خدا سان ٿي ملاقات تنهنجي، مولا ڪئي پاڪ ذات تنهنجي،
هڪڙي جهلڪ سان جبل جلي ويو هوش موسيٰ ڪليم الله جو.

(2)

اعليٰ ۽ افضل آ شان تنهنجو، زمين ۽ آسمان تنهنجو،
يٰس، طٰهٰ، وَليل، مزمل ثبوت مليو ڪلام الله جو.

(3)

اول ۾ تون، آخر ۾ تون، آن ظاهر تون آن باطن تون،
آ نُور چمڪيو تنهنجي مهابي، اصل ۾ آدم صفي الله جو.

(4)

"تراب" مون کي آ شوق زيارت، ڪري خدا شل مديني قسمت،
سِڪائِتَن کي گهراءِ موليٰ حبدار جيڪو حبيب الله جو.

# نعت

محبوب مصطفيٰ، هو عالي جناب هو،
شانِ نبي، خدا جو قسم لاجواب هو.

(1)

عاشق حسنِ نبيءَ تي، هو خود خدا ٿيو،
جبرائيل خاص خادم، مقرر سدا هيو،
نازل قرآن جنهن تي، رب جو ڪتاب هو.

(2)

عرش اعليٰ مصطفيٰ، معراج تي ويو،
طعام نوش نبيءَ سان، هو يد الله ڪيو،
يد الله عليءَ کي، مليل خطاب هو.

(3)

صلوات مصطفيٰ تي، ثواب آ سدا،
قرآن ۾ اسان کي، فرمايو آ خدا،
مدح خوان مصطفيٰ جو، طالب "تراب" هو.

# نعت

يا شاهِ عرب، مرسل مِٺا، محبوب محمد مصطفيٰ،
توتي پڙهون صلي الله، فرمايو آهي خُدا.

(1)

"بَلَغَ العُليٰ بِڪَمَالِه، ڪشفَ الدُجَا بجَمَالِه،"
"حَسُنَتْ جَمِيعُ خِصالِه، صَلُو عَلَيه وَ آله،"
يا سيد الخيرُ الوَريٰ، دلبر خدا جا دادلا.

(2)

آهين خدا جو يار تون، محبوب ۽ مختار تون،
امت جو آن غمخوار تون، آهين مِڙن مهندار تون،
سڀ ماتحت تنهنجي اوليا، سردار تون ڪُل انبيا.

(3)

جبرائيل کي مولا چيو، براق ڪاهي وڃ سگهو،
سجدو ڪري هي عرض ڪيو، آهي اوهان کي رب سڏيو،
هَل مٺي يا مصطفيٰ، تولاءِ عرش سينگاريا ويا.

(4)

عرش تي اڄ عيد ٿي، آيا أتي جملي نبي،
رُخصت نبين کي ملي، زيارت محمد جي ڪئي،
"تراب" مسجدِ اقصيٰ، سيني نبين جو پيشوا.

# نعت

خالق خلقيو پاڪ محمد، عشق سندو اظهار ڪيو،
مرسل مِٺي سان، پياري نبي سان، پَروَر آهي پيار ڪيو.

(1)

آدم بشري بيڪ بنائي، پاڻ الله انسان ٿيو،
رمز رکيائين راز ڳجهي جي، واهه مٺي جو مان ٿيو،
عاشق بڻجي پاڻ پياري، دلبر جو ديدار ڪيو.

(2)

حوران، ملائڪ، جن، پريون، دايا سڏائِن دلبر جا،
جبرائيل سلام، پيغام آڻي، خاص حضورِ انور جا،
کولي قرآن ۾ يٰس، مزمل، شان سندس نروار ڪيو.

(3)

ويو معراج تي مُرسل، ذات خدا جي طلب ڪئي،
رات ”تُراب“ رهاڻين واري، پورا ارڙهن سال ٿي ويئي،
امت بخشڻ خاطر مولٰي، آقا سان اقرار ڪيو.

# نعت

دلبر جو حسن الا الا، دنيا ٿي چڪن الا الا!

جن مَلَڪ چون الا الا، انسان چَوَن الا الا!!

(1)

جڏان پاڻ خدا پيدا ٿي ڪيو، محبوب مٿان خود شيدا ٿيو،

دل ۾ گفتن الا الا، بجسم محسن الا الا!

(2)

احد ۾ ميم جو اولو ڪري، آيو ڪثرت ڪارڻ پير پري،

بانُور بدن الا الا، شيرين سخن الا الا!

(3)

”تراب“ مديني پار ؐوڃان، روضو پاڪ اکين سان ڏسان،

يثرب جو وطن الا الا، سيد جو صحن الا الا!

# نعت

## صنعت عدم نقاط

الله لا اِلٰـهَ هـو الصـمـد، آگـا آ امـداد کـر،
رَس، رسـول الله رس، دم دمِ دلارا داد کـر.

(1)

کرمِ کر کو رحم راحم، مهل اها مِل مُرسلا،
حرص وهوا، هر درد دُور، مَر مدا کُل ماد کر.

(2)

آسرو آ احمدا، هر هک هَکل وَرُ واهرُو،
ملک مالک مهر مرسل، هر حاصل مراد کر.

(3)

معلوم مولا حال سارو، سوال آ ملال لاهه،
سار لهه سرور سِگهو، سرس سک سواد کر.

(4)

درگاهه وارا دادلا، در آ گداگر دائما،
هر حال ۾ همراهه هر دم، امر ۾ اولاد کر.

(5)

"تراب" طمع رک آلِ محمد، محکم رهه اها رَاهه آ،
علم عطا کر اصل وارو، مکمل مواد کر.

# منقبت

وارث نبيءِ جي دين جو سردار يا علي،
محشر ۾ آهي مولئِ مختيار يا علي.

(1)

توکان سواءِ شفاعت ڀي در نہ ٿي ملي،
پرتل آهي اوهان کي پينار يا علي.

(2)

مشکل پوي تہ نامِ عليءَ کي پوکار تون،
اوکيءَ ۾ اڙين جو آڌار يا علي.

(3)

"علي العظيم" پڙهہ تون معنئِ هي مام سان،
قرآن ۾ خدا کيو اظهار يا علي.

(4)

"تراب" کي مدت کان تنهنجو آ شوق زيارت،
مونکي کرايو پنهنجو ديدار يا علي.

## منقبت

شاهِ نجف جي زيارت ٿي گهرجي،
نگاهه ڪرم جي عنايت ٿي گهرجي.

(1)

نماز ۽ روزا اسان ڇا ڪنداسين،تسبيحون ۽ مصلا، اسان ڇا ڪنداسين،
هجي ورد مولا علي نام منهنجو، اهڙي اسان کي عبادت ٿي گهرجي.

(2)

خدا شل ڏيکاري روضو مرتضيٰ جو، بابِ اقدس شير خدا جو،
صحن پاڪ پنبڻ سان، وجي مان ٻهاريان، دَرِ مرتضيٰ جي رياضت ٿي گهرجي.

(3)

قيامت ۾ آهي علي جو سهارو، خدا ۽ محمد جو آهي پيارو،
”تراب“ ڪين ڇڏبي حيدر جي دامن، قيامت ۾ مونکي شفاعت ٿي گهرجي.

# منقبت

اٿندي ويهندي ڪيون ٿا، حبدار حيدر حيدر،
نانگا هڻن ٿا نعرا، نروار حيدر حيدر.

(1)

مشڪل پوي نبيءَ کي، نادِ علي پڪاري،
توکي گهرايو غم ۾، سردار حيدر حيدر.

(2)

ماني گهُريئين تہ مليس، قطار نور سان گڏ،
اندي ڪئي ڏسڻ سان، پُوڪار حيدر حيدر.

(3)

توکان سواءِ نہ آهي، ڪوئي سهارو جڳ ۾،
آهين اسان اڙين جي، آڌار حيدر حيدر.

(4)

"تراب" طلب جن کي، پولي اُها ئي ڪن ٿا،
مڪان ۾ موالي، مئخوار حيدر حيدر.

## منقبت

ڪيڏو مغرور آن تون، علي کان دُور آن ٿون،
عليءَ جي نام جو زوري ۽ زبردستيءَ سان، توکي نعرو نہ هٽايم تہ
مان بہ جوان ناهيان.

(1)

توکي پنجتن جي گهراڻي سان جي نہ پيار اٿئي،
تنهنجا روزا ۽ نمازون سيئي بيڪار اٿئي،
خدا جي روبرو توکي ڏاڙهيءَ کان وٺي، رڇ وانگر نہ نچايم تہ
مان بہ جوان ناهيان.

(2)

صفت مولىٰ جي ٻڌين ٿو، نٿائين ڇو ٿو؟
نعرو حيدر جو لڳي ٿو تہ گسائين ڇو ٿو؟
دينِ حيدر جو طريقو بحڪمِ خدا، توکي منڪر نہ منايم تہ
مان بہ جوان ناهيان.

(3)

مُنهن حيدر کان مٽيندين تہ غفلت ٿو ڪرين،
اسان ماتم ٿا ڪيون، تون ڇو نفرت ٿو ڪرين،
"تراب" غازي جي الم پاڪ هيٺان، توکي ماتم نہ ڪرايم تہ
مان بہ جوان ناهيان.

# منقبت

اگر سڀ ڪجھ عليءَ جي در تان ملي، ٻي در تي وڃڻ جو ڇا مطلب؟
حيدر جو گداگر بڻجي وڃ، غيرن کان پنڻ جو ڇا مطلب؟

(1)

روزا، نمازون ۽ مُصلا، ٻنا حبِ علي جي باطل ٿئي،
آلِ عليءَ سان اٿئي دشمني تہ نمازون پڙهڻ جو ڇا مطلب؟

(2)

جنهن ڪعبي کي تو سجدا ڏين، اُها جاءِ آ ولادتِ حيدر جي،
اهو تصور نہ آيئي تہ سجدن ڏيڻ جو ڇا مطلب؟

(3)

آية الڪرسي پڙهہ تہ صحيح، جيڪا نامِ علي تي ٿئي ٿي ختم،
پوءِ بہ اسمِ اعظم جي خبر نہ ٿي تہ قرآن پڙهڻ جو ڇا مطلب؟

(4)

ورد علي جو وسري ويئي، سارو ڏينهن گلا ۾ ڪرين تو گذر،
”تراب“ علي جو طالب ٿي، ٻئي جي شڪوه ڪرڻ جو ڇا مطلب؟

## منقبت

اٿندي ويهندي، حيدر حيدر، ڪرڻ اسانکي ثواب آ،

ڪرڻ اسانکي ثواب آ، علي شهر علم جو باب آ.

(1)

گدا هجي يا شاهه هجي، پلي پاتل ڪنهن کي ڪلاهه هجي،

اولياء هجي بادشاهه هجي، هن در ڪان ڪيو نہ حجاب آ.

(2)

هن در جو جيڪو منڪر آ، سو ڪافر، فاسق، بدتر آ،

شيطان انهيءَ جو رهبر آ، تنهن خَر جو خانو خراب آ.

(3)

ڏس يد الله بہ علي آ، ڏس عين الله بہ عليٰ آ،

شاهه مردان شير جَلي آ، سڀ نبين جو تہ نواب آ.

(4)

مشڪل حل ڪيئين نبين جي، غوث، قطب، اوليائن جي،

”تراب“ ساراهه ڪر پنجتن جي، علي مڙني ۾ مهتاب آ.

# منقبت

علـيءَ جـي نـام جـو نـعـرو هـڻـي ڇـڏ،
عـلـي الله جـو آ سِـرُ سُـڻـي ڇـڏ.

(1)

پـڪـڙ دامـن تـون حـيـدر جـي، حـق تـئـي،
جـهُـڪـي در تـي پـئـو، غـيـرن کـي ڪـٽـي ڇـڏ.

(2)

هـيءَ سـاري ڪـائـنـات آهـي، ان جـي هَـٿَ ۾،
نـه پُـلـجـي پـئـو، نـه هـي پـنـهـنـجـو ڏٽـي ڇـڏ.

(3)

جـو گـهـرنـديـن سـوئـي مـلـنـدئـي، در عـلـي تـان،
دعـا مـحـشـر جـي گـهُـر لالـچ گـهـٽـي ڇـڏ.

(4)

”تـراب“ طـالـب آن تـون، لائـج لڳـن کـي،
عـلـيءَ جـي آل جـي نـه پـيـرن پـٽِـي ڇـڏ.

# منقبت

اکیلو نہ آهیان، مونکي آسرو آ،

قبر ۾، حشر ۾، سهارو علي آ.

(1)

عليءَ تي اسان جو ايمان آهي، مجي نہ عليءَ کي سو بيمان آهي،

ڪفارن جو قاتل، علي شير يزدان، قوت ۾ ڪبريا ڪرارو علي آ.

(2)

اول ۾ علي آ، آخر ۾ علي آ، باطن علي، ظاهر علي آ،

لقب لافتيٰ جو عليءَ کي عطا ٿيو، عرش اوليٰ جو ستارو علي آ.

(3)

علي مومنن جو آڌار آهي، غريبن، يتيمن جو مددگار آهي،

ڪري ورد جيڪو، نامِ علي جو، انهيءَ مومن جو ڇوٽڪارو علي آ.

(4)

عليءَ کي شهادت، مليو ڏاج آهي، علي خود شهيدن جو سرتاج آهي،

”تراب“ علي کي ساراهي خدا خود، محمد جو داماد پيارو علي آ.

# منقبت

متي عرش مولىٰ، علي کي ڏنوسين،
افضل ۽ اعلىٰ، علي کي ڏنوسين.

(1)

سري لامڪان تي، ڪيو معراج مرسل،
چَيَئين يد الله، علي کي ڏنوسين.

(2)

خدا ۽ نبي ۾، هَلي گفتگو تي،
اتي لسان الله، علي کي ڏنوسين.

(3)

انجيل ۾، زبور ۾، توريت ڳولي،
قرآن ۾ قبلا، علي کي ڏنوسين.

(4)

غريبن، يتيمن جو آڌار آهي،
ننگِي ننگ پالا، علي کي ڏنوسين.

(5)

سوري نہ آهيان، ڪافر نہ سمجهو،
"تراب" رب تعالىٰ، علي کي ڏنوسين.

## منقبت

آيو هڪ ڏينهن راحب، ڪيائين هي صدا،
وٺي ڏي مونکي ٻچڙو، يا محبوبِ خدا.

(1)

ڪيان سوال توکي، منهنجي حق ۾ دعا گهُر،
نبي آن خدا جو، پيارو پيغمبر،
ڪر منهنجي پاران مولا، خدا کي التجا.

(2)

جبرائيل ملائڪ آيو هڪ دم ۾،
چيائين لکيل هن کي ناهي، ڪو لوح و قلم ۾،
ائين مونکي مولا، آ فرمايو خدا.

(3)

روئندو موٽيو راحب، ڪندو دڳ سان دانهون،
حُسَينؑ جون پئجي، متس ويون نگاهون،
روئندو وجين چو تو اي مسافر ادا.

(4)

ويس تنهنجي ناني جي در تي سوالي،
مگر مان وجان ٿو ڪنيون جهولي خالي،
ڪري سفارش سيد ڪا مونکي ڪر دُعا.

(5)

هل تہ هلون ٿا ناني وٽ بہ ٿي سوالي،
ڪڏهن ڪونہ موٽيو ڪو هن درتان خالي،
خدمت ۾ وٺي آيو راحب ڪي رُو بَرا.

(6)

نانا هن تي پنهنجي ڪيو مهرباني،
فرمايو نبي هي حڪم آ رباني،
لکيل هن ڪي ناهي ڪيان مان ڇا عطا.

(7)

گهُري دُعا حُسينؑ اُنهيءَ دم ڪٽي هٿ،
مليا هڪ جي عيوض ۾ راحب ڪي پُٽ ست،
"تراب" آهي مشهور مولىٰ جي سخا.

## منقبت

پڙهہ صلي الله، سبحان الله، حيدر جي آمد بسم الله،

(1)

ڪعبي ۾ هزارين بُتَ هئا رکيل، ڪعبو نہ هيو هوبت خانو،
تي جڏهن ولادت حيدر جي، پوءِ سڏيو ويو ڪعبة الله.

(2)

اسلام جا دشمن ڪيئي هُيا، ڪيئون ڪيئي لڙايون محمد سان،
اسلام بچايو آ حيدر، آيو پاڻ علي الحمد الله.

(3)

مظهر العجائب آهي علي، حيدر جو همسر ڪو نہ ٿيو،
معراج تي محمد سان مليو، نبيءَ پاڻ ٻڌايو يد الله.

(4)

مشڪل نہ "تراب" ڪائي رهي، جيڪو نام عليءَ جو ورد ڪري،
شافِيءِ محشر، ساقيءِ ڪوثر، پاڻ خدا چيو وجهہ الله.

# منقبت

تيرهينءَ رجب ڪعبي ۾، ڄايو مولا علي،
خدا جي گهر ڪي مرشد منهنجي، رنگ لايو، شيرِ جَلي.

(1)

گهرِ عليءَ کي طواف ڪرين ٿو، حج پڙهين ٿو سجدا ڏين ٿو،
تصور دل ۾ آڻ اهو ئي، پوءِ قسمت تيندَئي ڀلي.

(2)

خيال اٿئي جي خدا جي ملڻ جو، ڇاڻ هوالحق ناهي ٻيو ڪو،
در اهو آ سڃاڻ صحي تون، ٻي ناهي ڪائي ڳلي.

(3)

”تراب“ گداڪر در حيدر جي، ڪاڻ ڪڏئون ڇو ٿا محشر جي،
رهبر منهنجو آهي اهو ئي، مون دامن جنهن جي جهَلي.

# منقبت

چئي اوهان کي ڇا ٻڌايان عجب مظهر جهوڪ جو،
ڪربلا معليٰ جو نقشو، روضو اطهر جهوڪ جو.

(1)

شهنشاهه شاهہِ عنايت في سبيل الله شهيد،
ملڪ ۾ مشهور آهي، محب منور جهوڪ جو.

(2)

اسلام زندهہ هوتا هي، هر ڪربلا کي بعد،
اقبال جو هي شعر آ مثالِ منظر جهوڪ جو.

(3)

مئي پيئڻ مئي خوار آيا، مست اشارن ڪيا،
اڄ بہ آ زندهہ اهو ئي ساقي ساغر جهوڪ جو.

(4)

هي ولايت، هي شهادت، هي نهايت عشق جي،

ڪربلا وارن جو سُنهه، ڪونهي ڪو همسر جهوڪ جو.

(5)

شهنشاهه شفقت ڪئي، ”ارشاد“ جو ارشاد ٿيو،

رک هميشه دل اندر، ”تراب“ تصور جهوڪ جو.

## منقبت

دما دم شاهه قلندر ، وسي تو جهوڪ ۾ رهبر.

(1)

شهيد شاهه عنايت، مليو توکي رتبو شهادت،
توتي ٿي ختم ولايت، تنهنجي مشهور ڪرامت،
تنهنجو ويو ڳالهائيندو سِر.

(2)

تون آهين فيض جو درياهه، صوفي سرمست شهنشاهه،
مبارڪ اسم فضل الله، تنهنجي درگاهه سبحان الله،
تون ڪرامت سندو ڪکر.

(3)

تنهنجا هند سنڌ ۾ نعرا، صوفي سرتاج سوپارا،
سيئي صوفي سِڪَ وارا، ڪٽي اهي ساز يڪتارا،
اچن هر ميلي تي مقرر.

(4)

واقع ڪربلا وارو، اهو ساڳيو آ نظارو،

تون آن حسنين جو پيارو، حسيني سر آهين سارو،

اهو آ نقشو سراسر.

(5)

ميرانپور جهوڪ سُنهاري، ندي آ فيض جي جاري،

ڏاڍي وڏراهه بَهاري، هلي ڏس جهوڪ هڪواري،

آزمائي ڏس پنهنجو مقدر.

(4)

ڪرين "تراب" ڪي پنهنجو، آهي جهڙو تهڙو تنهنجو،

نہ ڪر محتاج ٻئي ڪنهن جو، اگهائج عرض هي منهنجو،

ورتو مون دل سان تنهنجو در.

## منقبت

شهنشاهہ شهيد جو، اعليٰ افضل شان آ،
موجب عقيدي مون سندي، ڪربلا ميدان آ.

(1)

هن جي جهولي ۾ لڪل، ٻَل گنهگار ئي هجي،
عيب پوشي ڪن انهيءَ، جي اهو سندن احسان آ.

(2)

بد دُعا نہ نڪري زبان مان، توڙي سندس قاتل هجي،
”جزاڪ الله في دارين خيرا“ فقير جو فرمان آ.

(3)

آگر سان اشارو ڪري، سؤ ماڻهو واصل با الله،
پيدا پرم تو بنائي، گرو جو هي گيان آ.

(4)

غير اڳيان سر نہ جهُڪايو، ڪنڌ ڪپايو ڪوڙ مان،
ڪربلا سمجهي صحيح: هر هڪ ٿيو قربان آ.

(5)

اج ٻہ موکي آ مئي تي، کو سر ڏيئي سرکي پِيئي،
پيرِ مغانِ پُر تو پيئاري پريت جو پئمان آ.

(6)

مڪتب ۾ محبت جو سبق، "تراب" نہ ٻي تعليم آ،
هندو: مومن هيڪڙو، نہ کوئي غير گمان آ.

## منقبت

سيوهاڻي صدقي صدقي؛ واهه ڪبريا قلندر،
لعلن جو لعل آهين؛ خود پاڪ نورِ حيدر.

(1)

هر سال تئي سيوهڻ ۾؛ محفل تي عاشقن جي،
هڪ پل ۾ تون پڄائين، اميد عاصين جي،
زيارت ڪئي جنهن تنهنجي، ان لاءِ حج آ اڪبر.

(2)

هر شيءِ منجهان اچن ٿا؛ مست مست نعارا،
تون اهلبيت اطهر؛ نوري تنهنجا نظارا،
دم دم ڏمال تنهنجي، نانگا نچن ٿا هر هر.

(3)

تنهنجي حضور ۾ هي؛ سرڪار التجا آ،
طالب "تراب" تنهنجو، سائل جي هي صدا آ،
دنيا حشر ۾ پارت، صدقو شبير شبر.

## منقبت

لک لک درود توتي يا سردار حسينا،
آبروءِ اسلام جا آڌار حسينا.

(1)

اصغر جي ڏسي اڄ ۽ اڪبر جي جواني،
روئان تو ڪري ياد زارو زار حسينا.

(2)

نبين بہ چيو آفرين يا ابن مجتبيٰ،
وارث نبي جي دين جا پڳدار حسينا.

(3)

قرباني ڏئي ڪو نہ سگهيو هي عشق آ افضل،
الله جي ملڪ جا مختيار حسينا.

(4)

"تراب" گنهگار آهن تنهنجي پناري،
پرتل آهن اوهان ڪي عزادار حسينا.

## غزل

### صنعت تحت نقاط

پرديس پري ويو يار هليو، چو وسري ويس ويچار ڪيو،
پيار پَلي هو ڏيهي آ رهيو، آهي برهه هاڻي بيمار ڪيو.

(1)

جي پرچي پوي، هلي پرچايو، پير جهلي پرديسي کي،
رب ڪري جي ريجهي پوي، دل لڳي لاچار ڪيو.

(2)

ڪيو آهي جيڪو هام پري، هيڪر حبيب کي حال ڪري،
مري وجي، آ پوءِ به وسيلو، حڪيم به علاج ديدار ڪيو.

(3)

مولا ڪري جي محب ملي، اميد الله ۾ آهي اها،
اچي اري ۾ دل آ ويئي، چريو پڙ جي پيار ڪيو.

(4)

"تراب" پري ڏکو رحم رهبر کي، دل جو دلبر ديد ڪري،
سڪ ڪرايو سير سَمورو، هي حال سڄو هڪوار ڪيو.

## غزل

## صنعت فوق نقاط

تر وُنو تتڪار ترن، مال ڪاهن تا ماروئڙا،
گل قل: گاهہ گلزار گلن، خوش ڪلن تا ماروئڙا،

(1)

ڎُڌ وِلوڙن، ڪنڙا ڪائن، ڪاهڙ وارا هَر هَر هُت،
ڎَٿ، ڎؤنرا خاص خوراڪون، سگڙ سڪائن تا ماروئڙا.

(2)

عمر ادا اشرافن سان، ناحق اهڙا قدم نہ کڻ،
خان ڪِلاءِ نہ خلق اسان تئون، ڎُک ڎُکن تا ماروئڙا.

(3)

ظلم زوراور زالن سان، حاڪم اهڙا ڪونہ ٺهن،
موٽان ملڪ تہ مانُ لهان، سهمان سهن تا ماروئڙا.

(4)

”تراب“ تانگھہ تمام انهن لاءِ، شال مِلان مان مارُن سان،
انتظار اٽن، تا روز روئن، مون لاءِ مَرَن تا ماروئڙا.

# غزل

مجان ٿو حَسِين آهن، منهنجي يار جهڙو ناهي،
ڀلي چنڊ کي ساراهِن، منهنجي يار جهڙو ناهي.

(1)

ساري دنيا ۾ ڳوليم، محبوب جو مٽ ناهي،
دنيا جا حسين گڏجي، ڪن ريس ته پوءِ چاهي،
توڙي پاڻ کي سينگارِن، منهنجي يار جهڙو ناهي.

(2)

رِيءَ سُرمي وجهن سِيرُون، اهڙيون ته اکيون اڄهل،
ڪارين ته ڪُنا ڪيئي، اٽڪڻ جي اٿن اٽڪل،
ڪيئي ڪوڙين ڪجل پائن، منهنجي يار جهڙو ناهي.

(3)

تعريف "تراب" ڪهڙي، پنهنجي يار جي ڪيان مان،
ديدار جي سهاري، هر روز ٿو جيئان مان،
سهٽا سوين سڏائن، منهنجي يار جهڙو ناهي.

## غزل

پياريو مونکي آ ساقي، پيالو شراب جو،
رهيو هوش ناهي باقي، سوال ۽ جواب جو.

(1)

جڏهن ڏِک پيو دَهَن ۾، ڦهتس وچي عدن ۾،
ساقي سندي صحن ۾، لاهي پردو حجاب جو.

(2)

هي اهڙو دُرام آهي، بلڪل حرام ناهي،
استاد عشق آهي، قابِل ڪتاب جو.

(3)

پيتو سي پيگ ڇاٽي، دوزخ پيو موج ماٽي،
ناهي ڪو خوف هاٽي، هُن جي عذاب جو.

(4)

مدهوش مست نشن ۾، ڪنهن جي نه ٻن نه ٽِن ۾،
کهڙو آهي ٻين ۾، مطلب "تراب" جو.

## غزل

منهنجي اڱڻ تون آئين تنهنجو احسان جاني،
منهنجي هي جان آهي توتان قربان جاني.

(1)

تنهنجو تہ هڪڙو سائين ٿورو نہ لاهيان،
مٽجي ويو آ هاڻي دل جو ارمان جاني.

(2)

سهڻا سدائين توکي ساهہ ٿي ساريو،
شڪرانو اڄ ٿي آئين منهنجو مهمان جاني.

(3)

جيءَ ۾ مان جايون ڏيان توکي ”تراب“ چئي،
آهيان هميشہ تنهنجو دايو دربان جاني.

## غزل

رازِ الفت وري کُلي پوندو،
سهڻو اگر سامهون ملي پوندو.

(1)

مونسان جي پيار جو اظهار ڪَيَئين،
ڏسي جگر، غير جو جلي پوندو.

(2)

عشق جي آهہ لڪي نہ سگهي،
جام لبريز تي ڇُلِي پوندو.

(3)

مون کي پڪ آ خدا ضرور ڪندو،
وصل جو واءُ وَري گهُلي پوندو.

(4)

"تراب" مون تي هو مهربان تہ آ،
روح سان روح اچ رَلي پوندو.

## غزل

وساريان توکي دل ۾ چيم پکو ڏاڍو پنهنجو پاڻ کيم،
وسارڻ سان نٿو وسرين، رهين منهنجي دل ۾ تو هر دم.

(1)

خوابن ۾، خيالن ۾، آلاپن ۾ ۽ آهُن ۾،
بهارن ۾، خزائن ۾ ، آهين مونکي ياد هر موسم.

(2)

اچڻ تنهنجو، ملڻ تنهنجو، کِلڻ ۽ خوش ٻولڻ تنهنجو،
هلڻ تنهنجو، گهمڻ تنهنجو، نه وسري مونکان هڪڙو دم.

(3)

"تراب" تڙپڻ، رڳو آ روئڻ، نکو کائڻ، نکو آ پيئڻ،
تنهنجو مرڪڻ، منهنجي لاءِ جيئڻ، تون منهنجي حال جو محرم.

## غزل

اڙانگي عشق آ لائي، الائي هاڻ ڇا ٿيندو!
لبن تي جان آ آئي، الائي هاڻ ڇا ٿيندو!؟

(1)

زماني جا مونکي، ماڻهو، چُون ٿا هي چريو آهي،
پوي ڪا ڪَل نہ ٿي ڪائي، الائي هاڻ ڇا ٿيندو!

(2)

حڪيمن ۽ طبيبن ڏنو آ مشورو مونکي،
تہ پوندو فرق نہ پائي، الائي هاڻ ڇا ٿيندو!

(3)

وڃي پرديس تي ويٺو، ڪٿي دل دلربا منهنجي،
خبر اوڏهن نہ ڪا آئي، الائي هاڻ ڇا ٿيندو!

(4)

”تراب“ هي برهه جي بازي، لڳي ميدان محبت پر،
ڪٽي دلبر مُون هارائي، الائي هاڻ ڇا ٿيندو!

## غزل

مُون جدائيءَ ۾ مِٺا روئي ڏنو،
حال منهنجي تي وفا روئي ڏنو.

(1)

جڏهن مقدر تي لکڻ واري لکيو،
منهنجي قسمت تي قضا روئي ڏنو.

(2)

چيو حڪيمن هي مريض عشق آ،
جا ٿِهي مون لاءِ دوا روئي ڏنو.

(3)

التجائون مون ڪيون الله کي،
هٿ کنيم منهنجي دُعا روئي ڏنو.

(4)

"تراب" ڪي هي ڇا تيو سوچڻ لڳا،
منهنجي رقيبن جي رِتا روئي ڏنو.

## غزل

اچي ويا سُور سِرَ تي، پلي آيا تہ جيءُ آيا،
ناهي ڪو خَرفُ دلبر تي، پلي آيا تہ جيءُ آيا.

(1)

وهي ٿو عشق جو درياهہ ٻڌي سو ڪيئن نہ تون ئي چئو،
ڪُڏي جيڪو بينو ڪَرَ تي، پلي آيا تہ جيءُ آيا.

(2)

مِڙي سُورن صلاحون ڪيون، ماريئون ڪيئن هن ڪي مسئلو آ!
چاڙهيائون ڏار خنجر تي، پلي آيا تہ جيءُ آيا.

(3)

ڪيائون وار قاتل تي، جگر تي، دل تي، گردن تي،
پر وُڙهي جڻ ڪاتي پٽر تي، پلي آيا تہ جيءُ آيا.

(4)

سنگتي تيا سيئي منهنجا، نہ هڪڙو هوت ڏي ڪو ويو،
مِڙئي آيا منهنجي يَرَ تي، پلي آيا تہ جيءُ آيا.

(5)

"تراب" آهي سونهن سورن ۾، تڏهن سانديان ٿو سيني ۾،
ڪيائون داغ اندر تي، پلي آيا تہ جيءُ آيا.

## غزل

هستي هستي حرص ڇڏي ڏي، غافل پئو نہ غرقاني،
ڇڏ تون خواهش نفساني.
آيو آهي وقت آخري، دنيا ٿي ويندي فاني،
ڇڏ تون خواهش نفساني.

(1)

مال مڏيون ۽ دنيا دولت، سڀ تون هتي ڇڏيندين،
هتان اڪيلو هلڻو آهي، ساڻ نہ ڪجهہ تون نيندين،
ڪل نفس ذائقة الموت، اها آيت آهي قرآني،
ڇڏ تون خواهش نفساني.

(2)

جواب ڪهڙو ڏيندين توڪان، ايندا ڪرڻ پُڇاڻو،
غفلت ۾ تو عمر گذاري، وينين هُئين تون ويڳاڻو،
ايندئي لحد ۾ مَلَڪَ خدا جا، زوري وٺندئي زباني،
ڇڏ تون خواهش نفساني.

(3)

"تراب" ڪر تون ياد خدا کي، وڃاءِ نہ وقت اجايو،
ڪٽندا نيڪ عملن وارا، پاڻ خدا آ فرمايو،
ڪر تون رياضت ساڻ عبادت، عادت رک ٿُون انساني،
ڇڏ تون خواهش نفساني.

## غزل

رات ڏينهن مونکي پيارا، گڏ رهائڻ ياد ٿئي،
ڳل ڳراٽيون پيار مان، مون ساڻ پائڻ ياد ٿئي.

(1)

تون جڏهن رسندين تہ، هو پرچائڻو پوندو مونکي،
ضد ڪرڻ، طعنا ڏيڻ، مونکي ستائڻ ياد ٿئي.

(3)

تو ڪيا واعدا وفا جا، ڏيئي دلاسا دل ڌريئي،
تنهنجو کلڻ، منهنجو کسڻ، خنجر وهائڻ ياد ٿئي.

(3)

ڪيڏو ڪشالو مان ڪري، ديدار تنهنجي لاءِ اچان،
نظرون ڪٽڻ، گهوري ڏسڻ، مُنهن لڪائڻ ياد ٿئي.

(4)

تنهنجي جفائن جي ”تراب“، شڪوه پلا ڪنهن سان ڪيان،
منٿون ڪرڻ، پيرين پوڻ، مونکي رُوائڻ ياد ٿئي.

## غزل

ڪانگ ٿو منڙي ٻولي ٻولي، يار اڱڻ تي ايندو اڄ،
گھٻراءِ نہ دلڙي خوش ٿي وڃ، ديدار سڄڻ جو ٿيندو اڄ.

(1)

اتس ارادو مون سان ملڻ جو، شايد ڪانگل سچ ٿو چوي،
هن جي اچڻ سان عيدون ٿينديون، درد، الم، غم ويندو .اڄ

(2)

نيٺ تہ هن کي ياد بہ ايندي، مون کان هرگز وسري نٿو،
شايد قسمت منهنجي کلي ويئي، پيار پيارو ڏيندو اڄ.

(3)

جاءِ اڪيلي ۾ آهي ان جي، وار وڇايم راهن ۾،
مهمان ٿي ايندو منهنجو منڙو، رات مون وٽ اچي رهندو اڄ.

(4)

هڪڙي پُڙ ۾ پيار جو ماسو، ٻي پُڙ ۾ رکندس سر،
قرب جو ڪانئو هن جي هٿ ۾، "تراب" اچي توريندو اڄ.

## غزل

چو کيو تو پيار، توکي کنهن چيو؟
گهُري وتئي آزار، توکي کنهن چيو؟

(1)

دل ڏنئي جنهن کي، سو بي پرواهه آ،
هاڻي کر انتظار، توکي کنهن چيو؟

(2)

کون کائڻ ۽ پيئڻ ، آرام آ،
وِجهه زندگيءَ تي بار، توکي کنهن چيو؟

(3)

نازنين جي هر ادا مجٽي پئي،
پاڻ ڪيئي اقرار، توکي کنهن چيو؟

(4)

”تراب“ تڙپڻ ساڻ تون، ڦاٿين وڏيڪ،
هِي کو اوکو چار، توکي کنهن چيو؟

اهڙو منهنجي پيار ۾، ڪو مقدر خدا ڪري،
اڄ رات محفل ۾ دلبر خدا ڪري

(1)

جوش ڇڏي آ جان جلائي، مولا مونسان محب ملائي،
منهنجي دعائن ۾ ڪو اثر خدا ڪري

(2)

ڦٽيل فراق ۾ ڦالون پايان، ويٺي واٽن تي وار وڇايان،
هجي شال قدمن ۾ هي سر خدا ڪري

(3)

"تراب" طلب ۾ جن جي آهيان، ڪيئن انهن جو ٿورو لاهيان،
ٺٺر جي در جو نوڪر خدا ڪري

## غزل

رات ساري؛ مون گذاري؛ بيوفا جي آسري،
ويا لُڙي؛ ٽيڙو ڪتيون؛ ماهِ لقا جي آسري.

(1)

ياد ٿي هن جي ستائي؛ ڪيئن ڪيان ڪاڏي وڃان،
ياد آهيان يا نہ آهيان، هن جي رضا جي آسري.

(2)

منهنجو جيئڻ آ يار جي؛ ديدار جي هڪڙي جهَلَڪَ،
جهان ۾ مان ٿو جيئان، انهيءَ غذا جي آسري.

(3)

منهنجو هو علاج جنهن وٽ؛ تنهن ڏنو مونکي جواب،
ڪيئن گذاريان زندگي، ڪنهن جي دوا جي آسري.

(4)

محبوب نہ ڪنهن سان وفا؛ ڪئي هي پراڻو آ مثال،
"تراب" رهہ سڪ ۾ سدا، پنهنجي خدا جي آسري.

## غزل

هي شوق شادمانا، سي عشق تو ڪري،
هي برهہ جا بهانا، سي عشق تو ڪري.

(1)

"العشق نار الله" چئي، اڙيا نہ عشق وارا،
نيزي تي سِر نشانا، سي عشق تو ڪري.

(2)

هُن جي سرڪشي جا، ڪيئي مثال ملندا،
برباد گهر گهراڻا سي عشق تو ڪري.

(3)

ڪن کي حقيقي هاتف، ڪن کي مجار ماريو،
دردن ۾ ٿيا ديوانا، سي عشق تو ڪري.

(4)

هي بيت، شعر، نغمہ، مونکي مجال ناهي،
چا "تراب" چئي ترانا، سي عشق تو ڪري.

## غزل

تنهنجي حُسن سرتاج مٿي، نثار ڪروڙين مان نہ رڳو،
ڪيئي سڪندا ويا ڪيئي سڪندا رهيا، هر وار ڪروڙين مان نہ رڳو.

(1)

تون شمع تہ ٻيا سڀ پروانا، ڪيئي داناءُ ٿي ويا ديوانا،
ڪيئي سالڪ، مست، ملنگ ٿيا، بي شمار ڪروڙين مان نہ رڳو.

(2)

تنهنجي صورت تان قربان ٿيان، لک لک درود سلام ڏيان،
ڪيئي بزرگ، شيخ، مخدوم، ميان، پيزار ڪروڙين مان نہ رڳو.

(3)

توکي رحمت جو درياهہ چوان، توکي شاهن جو مان شاهہُ چوان،
غوث، قطب، اولياءُ مُطيع، سردار ڪروڙين مان نہ رڳو.

(4)

شمس، قمر قربان ٿيا، مَلَڪَ حُورون دربان ٿيا،
جِن، انس، ملائڪ، حُور، پري، جاندار ڪروڙين مان نہ رڳو.

(5)

صورت يوسف جي هئي چند جهڙي، پر عاشق زليخا ٿي هڪڙي،
تنهنجي عاشقن جو نہ شمار ڪوئي، اڪيچار ڪروڙين مان نہ رڳو.

(6)

پڙهان صلوات سردار مٿي، ڪري ڪرم "تراب" بدڪار مٿي،
ڪيئي سوالي تنهنجي در تي ٿيا، پينار ڪروڙين مان نہ رڳو.

## غزل

هجر بي هوش ڪيو، حيران آهيان،
ڦٽي آرام ويو، حيران آهيان.

(1)

نہ اچڻو آ تڏهن بہ دل گهري ٿي،
ٿي دل ڪي چا ويو، حيران آهيان.

(2)

ڪري واعدا وفا جا دل کسي ويو،
جدا جاني ٿيو، حيران آهيان.

(3)

ڪنهن سان روئي ڪيان احوال دل جو،
پرين پرچائي ڏيو، حيران آهيان.

(4)

"تراب" تڙپي ٿو هر هر روح منهنجو،
سڄڻ آ ياد پيو، حيران آهيان.

## غزل

ڏيئي دلربا دل خطا مون ڪئي آ.
جفا تون ڪرين ته به وفا مون ڪئي آ.

(1)

جو سوچيم تي پهرين اهو خواب نڪتو،
منهنجو آ، منهنجو آ، دعويٰ مون ڪئي آ.

(2)

محبت ۾ پنهنجو خدا توکي سمجهي،
بڌاءِ ان ۾ ڪهڙي دغا مون ڪئي آ.

(3)

ڪڏهن ڪانه ڪئي مون عبادت خدا جي،
نه تنهنجي عبادت قضا مون ڪئي آ.

(4)

نه تون پاڻ آئين نه مون کي گهرايئي،
معنيٰ انهي جي سزا مون ڪئي آ.

(5)

جانب جدائي منهنجو جي جهنجهوڙيو،
سچي جان سورن فنا مون کئي آ.

(6)

سدا تانگهہ تنهنجي اچي وڃ اچي وڃ،
ورهيان منائي منتا مون کئي آ.

(7)

اکين ۾ اچي ويهہ جتي جاءِ تنهنجي،
خانهءِ دل ٻهاري صفا مون کئي آ.

(8)

اتوار، سومر، اڱارو بہ اڄ تڻ،
کهڙي يار اربع خطا مون کئي آ.

(9)

ويندس جُدا تي هي خط ۾ لکيل هو،
نہ تئي هينئن خدارا صدا مون کئي آ.

(10)

کيو غم ، الم تو "تراب" تي عنايت،
سلامت هجين شل دُعا مون کئي آ.

## غزل

نہ خيال ملڪ الموت جو نہ زندگيءَ جو خيال آ،
نہ خيال خواري خلق جو رڳو دل لڳي جو خيال آ.

(1)

نہ خيال دوزخ، بهشت جو نہ غلمان حورن جو خيال،
نہ خوف روزِ جزا جو بس تنهنجي بي رخي جو خيال آ.

(2)

نہ دنيا عقبيٰ جو خيال نہ خيال آ گهر ٻار جو،
رڳو خيال دلِ مجروح جو پنهنجي بي وسي جو خيال آ.

(3)

نہ خيال دولت مال جو نہ اوڙي پاڙي جو خيال،
تنهنجي ملڻ جي پياس آ تنهن تشنگيءَ جو خيال آ.

(4)

خيال جو مندر بنائي؛ خيال جي پوڄا ڪيم،
خيال ۾ توکي خدا چئي؛ بندگي جو خيال آ.

(5)

خيال ۾ هي خيال آ خيال جو آهي خلل،
”تراب“ بيوَس دل چَري جي آوارگي جي خيال آ.

## غزل

ساقي بہ مئخاني ۾ سرشار نظر آيو،
ڏنئين جام پري جلدي: هوشيار نظر آيو.

(1)

پينگ پيئڻ سان ئي اکيون اجا کوليم،
موسمِ خزان ۾ پڻ بهار نظر آيو.

(2)

پئمانو پرت وارو محبوب هٿان مليو،
ساري دنيا ۾ ان ۾ اسرار نظر آيو.

(3)

ڏھ سرَ بہ هجن مان ڏيان: هڪ ڍُڪَ جي بَها ناهي،
هِن سُرڪي تي سر ڏيڻ وهنوار نظر آيو.

(4)

"تراب" ظهُورا جي ڏاڍي طلب هيم دل ۾،
منهنجو صنم، ساقي سردار نظر آيو.

## غزل

عشق جي مڪتب اڳيان؛ لٽڪيل سِرين ڏڙ ڏار ڏس،

من خدايم موج ۾؛ سِر نيزي تي هسوار ڏس.

(1)

"موتو قبلل انت موتو" جن مزو هي ماڻيو،

مرد سي منصور ٿيا؛ انا الحق اقرار ڏس.

(2)

سيس سرمد جو ڪٽيو، شمس کل لاهي ڏني،

شاهہ بلاول گهاڻي پيڙهيو، سورهن سينگار ڏس.

(3)

آل محمد تي اچي؛ عشق ڪئي آ انتها،

ڪربلا جو واقعو ٿيو؛ اونهو هي اسرار ڏس.

(4)

عشق ڪي اُستاد وَٽ، رک "تراب" تصور يار جو،

دل اندر ديدان هٽي، دلبر سندو ديدار ڏس.

## غزل

عشق جي هن جار، ڦاسائي وڌو،
دل کسي دلدار، ڦاسائي وڌو.

(1)

هُو نہ اڄ انجام تي آيو وري،
يار! بَس اغيار ڦاسائي وڌو.

(2)

مون ڏٺا حُسن وارا هئا مگر،
محبتي منٺار ڦاسائي وڌو.

(3)

هڪ نظر هن جي مونکي موهيو،
اکين جي اسرار، ڦاسائي وڌو.

(4)

جادوگر: جادو ڪيو آ "تراب"،
دلربا ديدار، ڦاسائي وڌو.

# غزل

ڀلي ڪر وار اکڙين جا؛ مگر آهستہ آهستہ،
ڏيندس ان جي اڳيان سينو، سپر آهستہ آهستہ.

(1)

مران تنهنجي هٿان جيڪر؛ اها خوش قسمتي منهنجي،
چپن ۾ ئي ڪيو ٿي مون، شڪر آهستہ آهستہ.

(2)

بنا ڪاتيءَ ڪُهڻ وارا؛ منهنجي مارڻ مان ڇا ملندءِ،
مري ويس پوندئي توکي پوءِ، قدر آهستہ آهستہ.

(3)

ٿِني دل وئين منهنجي منڙا، ڏئي اشارا اکين جا،
پراٿا سُور ٿي پوندا، سڄر آهستہ آهستہ.

(4)

”تراب“ ڪان ڪين هاٽي ٿي؛ جُدا هڪ پل پرين پيارا،
ماري مونکي ڇڏيندو بس، هِجر آهستہ آهستہ.

## غزل

آهي عشق وڏو آزار، خدا شل خير ڪري،
برهہ ڪيو بيمار، خدا شل خير ڪري.

(1)

سسئي ڏس ڪيئن سورن ۾ پرديس رلي،
ڪاهي ويس ڪوهيار، خدا شل خير ڪري.

(2)

هير جي خاطر، تخت چڏيو آيو جوڳي ٿي،
ڇڏيو رانجهن تخت هزار، خدا شل خير ڪري.

(3)

بَرَ ۾ بيٺي سال لنگهي ويا مجنني کي،
وَلِن ڪيس ولهار، خدا شل خير ڪري.

(4)

مٺو ڏيٺي ميراثي کي راجا راضي ڪيو،
لٽيو سورٺ جو سينگار، خدا شل خير ڪري.

(5)

آڌي رات ٿري درياهہ، ڏسو سڪ سهڻي جي،
ٻـڏي مُـئو ميـهار، خدا شل خير ڪري.

(6)

”تراب“ توبهہ ڪئي سين عشق اڙانگو آ،
ڪر وحدت سان وهنوار، خدا شل خير ڪري.

## غزل

محبت ۾ مرڻو؛ شهادت ٿي چئجي،
ديدار حسينا؛ عبادت ٿي چئجي.

(1)

محبت ۾ هرگز؛ جفا ڪرڻي آهي،
نڀاهڻ چڱو آ، وفا ڪرڻي آهي،
اها عشق وارن جي، عادت ٿي چئجي.

(2)

محبت آ جيئري؛ مُحبت نہ مرندي،
محبت ختم ٿي؛ تہ دنيا نہ رهندي،
محبت جي عزت، انسانيت ٿي چئجي.

(3)

خدا خود محبت لاءِ دنيا بنائي،
محبت سواءِ ”تراب“ هر شيءِ اجائي،
جدائي حسينا، قيامت ٿي چئجي.

## غزل

رُسي محبوب ويو مونکان ؛منهنجو سينگار وسري ويو،

سڄڻ جي سُور ۾ سرتيون، سيئي ڪم ڪار وسري ويو.

(1)

لڳي وئي چوٽ محبت جي، ٻرهه مونکي ڪيو بي وَس،

پرين جي پيار ۾ پنهنجو، مونکان گهر ٻلر وسري ويو.

(2)

ٿِيس بيزار ٻيئن کان، اچي نٿي راڳ مان راحت،

نہ محفل ۾ مزو آهي، ٻمونکان سُر تار وسري ويو.

(3)

مڃيان ٿو مان حسين آهن، سيئي اهلِ چمن وارا،

فقط هڪ يار جي خاطر، گل و گلزار وسري ويو.

(4)

جدائيءَ ۾ جيڪي جاليم، ڳڻيندي ڏينهن ڏک وارا،

جُمعو، آچار وسري ويو، سهائو سومار وسري ويو.

(5)

ڳراٽيون پيار مان پائي هو ڪڻندو سؤ قسم مونسان،

اهو قسم، اهو واعدو اهو اقرار وسري ويو

(6)

ڪُهُڙيُئين دل ها ڪيم هڪدم؛ نہ سوچيم پوءِ تہ ڇا ٿيندو،
انهيءَ مهل ڪرڻ مونڪان، صفا انڪار وسري ويو.

(7)

نہ سمجهي ٿو اهو ساڃيو؛ آهي نوڪر بنا ناٿي،
اها خدمت بہ وسري ويئي ۽ خدمتگار وسري ويو.

(8)

أهو افسوس آ ان ڪان؛ اها الفت بہ وسري ويئي،
نندي لاڪُون لڳل ناتو، پرين ڪان پيار وسري ويو.

(9)

وسري عيش عشرت ويا ۽ وسري ويو پيئڻ ڪائڻ،
وئي وسري دنيا عقبيٰ، سڄو سنسار وسري ويو.

(10)

"تراب" تون طلب ۾ رهجان، اڇي من ياد دلبر کي،
تہ گناهن جي ڪري شايد، هي گنهگار وسري ويو.

## غزل

حُسن تي ناز آ سهڻن ۽ حَسِينن جي لئي آهي،

نوڙت، نياز عشاقن ۽ ديوانن جي لئي آهي.

(1)

وجان ٿو يار جي سامهون تہ چَپ خاموش رهجي ويا،

منهنجي دل ۾ تمنائن ۽ ارمانن جي لئي آهي.

(2)

وَيس جي مئڪده ۾ مان تہ خود مدهوش آ ساقي،

مئخاني ۾ مئخوارن ۽ مستانن جي لئي آهي.

(3)

”تراب“ هڪ مان نہ پر آهن هزارين يار جا عاشق،

شمع جي شعاع تي پتنگن ۽ پروانن جي لئي آهي.

## غزل

اج مزو آ يار جي ديدار ۾،
ڪانہ گهٽ سهٽي ڪئي سينگار ۾.

(1)

گهوٽ گهورن ساڻ ٽيون، ڪجليون ڪُهَن،
تاب اهڙو ڪونہ آ تلوار ۾.

(2)

يونئر ٽا يلجي ينيورن تي پون،
وار گهنڊيدار ڪارونيار ۾.

(3)

گهوٽ گهر آيو تہ وڻ ويا واسجي،
گلزار باهبڪار خوشبودار ۾.

(4)

مون ڏٺي صورت تہ من ويو موهجي،
پيار ۾، گفتار، خوش رفتار ۾.

(5)

پڪ اٿم پوري مونکي؛ تنهن ۾ ”تراب“،
ڪردار ۾، منٺار جي اقرار ۾.

## غزل

تنهنجي هڪڙي نظر جي اشاري؛ مست مونکي بنائي ڇڏيو آ،
ڏاڍن اوکن اٿين ۾ اچي ويس، تنهنجي نيڻن نوائي ڇڏيو آ.

(1)

ڪٿي نازڪ تو نظرون نهارين، موهي محبوب مشتاق مارين،
ڪن ڪار ٿيون ڪجليون ڪُهڻ جي، تو ته گهورن سان گهائي ڇڏيو آ.

(2)

تو ته پنبڻن سان پنهنجو بنايو، ڪري جادو جسم تو جلايو،
لِڪي مون ساڻ لعلڻ لڙي ويون، تنهنجي ڪارين ڪنبائي ڇڏيو آ.

(3)

"تراب" تجلا ڏيئي دل تپائي، ڦيري مونکي فڪل سان ڦاسائي،
ڏئي قرب ڪَيَئي دل کي قابو، تنهنجي نينهن نيائي ڇڏيو آ.

## غزل

رات محفل هئي مگر: منهنجو دلبر ڪونہ هو،
ماڻ هُيس پر هُو نہ آيو: منهنجو مقدر ڪونہ هو.

(1)

مُون ڏٺو ميلو حَسِينن جو، لَڙِيَس ديدار لئي،
سڀ مليا لائي گلي پر اُن جو ياڪر ڪونہ هو.

(2)

بي مزي رونق سڄي، راڳ ۾ رس ڪونہ هو،
ڪيترا گڏ هئا حَسين: پر اُن کان بهتر ڪونہ هو.

(3)

ڪونہ ڪو آيو نظر: جنهن جي اکين کي هئي تلاش،
ٿي چرين وانگر ڦِريس، ڳوليو مون در در ڪونہ هو.

(4)

"تراب" ٿو تصور رهي: هر دم مني محبوب جو،
هُو رهيو دل جي اندر، ٻيو دل جي اندر ڪونہ هو.

## غزل

محبوب مٿان پنهنجي جند جان ڪيان صدقي،
گهر، مال، مڏيون، ملڪيت، مئخان ڪيان صدقي.

(1)

لک لعل؛ جواهر مَٽ، جانب جي جُتي ناهن،
زمرد، هيرا، موتي، مرجان ڪيان صدقي.

(2)

چين، مصر، مسقط، هِند، سنڌ ۽ سمرقند ڪي،
ايران، عجم، اُردن، اصفهان ڪيان صدقي.

(3)

گجرات، دکن، دهلي، لاهور، سري لنڪا،
پشاور ۽ پنڊي، مورو، ملتان ڪيان صدقي.

(4)

سوسن ۽ سنبل، نرگس، رابيل، مُکي سورج،
موتيو ۽ چنبيلي، گل ريحان ڪيان صدقي.

(5)

موهن ۽ هري، هرچند، نانڪ ۽ گُرُو لڇمڻ،
مهراج، پڳت، ڪرشن ۽ ڪان ڪيان صدقي.

(6)

مهر، مغل، مهتم، ميربحر ۽ مڪراني،
ٻڙهڻ، پُٺا، پنيرا ۽ پان ڪيان صدقي.

(7)

مشتاق، علڻ، نازو، عارب ۽ غلام اڪبر،
غوثو ۽ قطب، پيرُو، پهلوان ڪيان صدقي.

(8)

بهشت، جنت، حورون: غلمان، عرش وارا،
انسان، ملائڪ، جن، حيوان ڪيان صدقي.

(9)

"تراب" گهورون گهوريان، محبوب اچي مون وٽ،
سي دل جون تمنائون، ارمان ڪيان صدقي.

## غزل

يا خدا! مونکي يار جي: منڙي محبت تي کپي،
ڏي يلي جيڪو گهري: جنهن کي دولت تي کپي.

(1)

مون گهُريو يار مونکان ڏار هڪڙو پل نہ ٿي،
هر همدم: هر ڪلام، اُن جي الفت تي کپي.

(2)

شام: صبح گذجي رهون، آهي اها ئي آرزو،
محبوب جي هن شهر ۾، بي شرط شهرت تي کپي.

(3)

مان هُجان ۽ هو هُجي: هار ٻانهون تي وجن،
نڪي حورون ٿيون ڪپن، نڪي جنت تي کپي.

(4)

دم وجي ديدار ۾ منهنجي شفاعت تي وجي،
يار جي قدمن ۾ بهتر، "تراب" تربت تي کپي.

## غزل

ٻڌائي ڪو حال دلربا کي، پوءِ اچي نہ اچي؛ آ نصيب منهنجو،
دوا بہ ٿيندي دُعا بہ ٿيندي، اچي جي هيڪر؛ حبيب منهنجو.

(1)

چئو پرين کي ادا اي قاصد، اچڻ جي جلدي ڪريو عنايت،
سُورن ستايو آ جيءُ جلايو، ٿيو آ حال غريب منهنجو.

(2)

سدا سلامت هجئي جواني، ڏيو اچي ڏڍ آهيان ڏڪايل،
عمر سموري سورن ۾ گذري، مرڻ ٿيو قريب منهنجو.

(3)

سرتيون سيئي ڪيو دعائون؛ ديدار دلبر ڪرائي هيڪر،
ملائي ديدون ملهايان عيدون، ڏسان اڱڻ تي عجيب منهنجو.

(4)

اڳي مرڻ کان ملي جي دلبر: اها آ منهنجي خوش نصيبي،
مَسِيح منهنجو، حڪيم منهنجو، "تراب" آهي طبيب منهنجو.

## غزل

حُسينن جي اڳيان عاشق؛ گھڙيون مجبور گھارن ٿا،
هميشہ يار جي در ۾؛ وجھي نظرون نهارن ٿا.

(1)

نهاري ناز سان نرمل؛ اشارن سان عوشاقن کي،
ڪڏهن دلبر ڏڪارن ٿا، ڪڏهن پَر ۾ ويهارن ٿا.

(2)

اکين کي ڏيئي اُٽيون اُبتيون؛ ٻٽائي سينگ سهٽن کي،
هزارين تيرَ مزگن جا، موهي مشتاق مارن ٿا.

(3)

ڏاڍو ڏِيَن زيب زلفن کي، تہ کُلي اک ڪا عوشاقن جي،
ڏيئي ور ور واسينگن کي، جڏهن سهٽا سينگارن ٿا.

(4)

اندر ۾ ئي اندر اورن، نہ اورن حال ٻئي ڪنهن سان،
سيئي ڏک، سُور ڏولاوا، نہ پرينءَ رِيءَ پچارن ٿا

(5)

فقط هڪ يار جي خاطر؛ سڀ زندگي سهي صدما،
نوڪر بڻجي بنا ناٿي، غلامن جان گذارن ٿا.

(6)

"تراب" ڪيئي توائي ٿيا ۽ ڪن محبت مزو ماڻيو،
لاهي سانگو پنهجي سِرَ جو، پرين سان پرت پارن ٿا.

## غزل

سوا تنهنجي سڄڻ سائين؛ جيئڻ ڪهڙو؛ مرڻ ڪهڙو؟

مٺا توڪان سوا منهنجو، ڀلا آهي سڄڻ ڪهڙو؟

(1)

خدا جي واسطي سهڻا؛ اچي ڏس حال هي منهجو،

وڇوڙي ۾ ورهه گذريا، بنا تنهنجي ٻچڻ ڪهڙو؟

(2)

ستائڻ مان ڇا هٿ ايندءِ؛ نه ايڏو ظلم ڪر ظالم،

مٿل سان ٿو ڪري ماٺا؛ مون ۾ آهي سهڻ ڪهڙو.

(3)

جدائي ڪر نه اي جاني؛ جدائيءَ ۾ جنجل آهي،

پري ڇو ٿو ڀڄين مون ڪان، برهه ۾ آ ڀڄڻ ڪهڙو.

(4)

آهي "تراب" جو توسان؛ نندي لاڪون لڳل ناتو،

تنهنجي نانءُ ٿو سڏجان، هاڻي آهي لِڪڻ ڪهڙو.

غزل

حال ڪيان: متان روئي پوين، تون منهنجي ڏکن جي ڳالھ نہ پڇ،
ڇڪي سُور: وري ناسور ٿيا، تون دل جي ڦٽن جي ڳالھ نہ پڇ.

(1)

بي دردن کي ناهي خبر اُها، ڪي دل جليا اڇي حال پُڇن،
من جي اندر مچ ويا ٻري، سيني ۾ سُورن جي ڳالھ نہ پڇ.

(2)

ڏينهن بہ گذ ۽ رات بہ گذ، صبح بہ گذ ۽ شام بہ گذ،
بهشت ۾ هئاسين جيئري جڻ، محبت ۾ مزن جي ڳالھ نہ پڇ.

(3)

لب هئا پئمانا ٻئي، لعاب دهن هو مشڪ: عنبر،
مڻ هيون جڻ ماکيون: مصريون، چاش چپن جي ڳالھ نہ پڇ.

(4)

مون جهڙي ”تراب“ تي چا مان چوان: محبوب جون لک لک مهربانيون،
هُيون ڪيئي ڪروڙين ڪوتاهيون پوءِ بہ: هن جي ڳڻن جي ڳالھ نہ پڇ

## غزل

محبوب ڪيو مونتي اڄ ظلم نهايت آ،
هو مونکان خطا ٿيو آ مون لاءِ قيامت آ.

(1)

ڪٿي ڇا به ڪري انکي اختيار مليل آهي،
آهي اُن جي هٿان مرڻو مون لاءِ شهادت آ.

(2)

هٽ ڇا ٿو اچي هُن ڪي منهنجي دل جي ستائڻ مان،
هر روز نوان نخرا شوخي ۽ شرارت آ.

(3)

”تراب“ تپائي ٿي ڏاڍي دل جي تپش مونکي،
رات ڏينهن رهي غم ٿو نڪا روح ڪي راحت آ.

## غزل

ڏي ادا قاصد وڃي نياپا نِڏر جا يار کي،
سي ڏجان ساري سنيها دلربا دلدار کي.

(1)

پيش ڪر پرين اڳيان؛ هي خط منهنجو هٿڙا ٻڌي،
بندگيون بيحد ڪجان؛ سجدا سهڻي سردار کي.

(2)

ڇوري ڇپر ۾ وئين ڇڏي؛ ڪانہ پوئواري ڪَيئي،
ڏينهن ٿيا ڏاڍا ڏٺي، تنهنجي سجڻ ديدار کي.

(3)

حاذق، حڪيم هٿ ڪڍي؛ مونکان پُڇي بيزار ٿيا،
ڏي دوا دلبر اچي، هن برهہ جي بيمار کي.

(4)

هَل سِگهو لهہ سار تون؛ "تراب" جي اي دلبربا،
قرب ڪر پنهنجو پرين، پاڙ تون اقرار کي.

## غزل

جڙون جاني اندر جيءِ ۾: جڙيون اهڙيون جو ڇا ڇئجن،
پياري يار جون ڳالهيون، پڙيون اهڙيون جو ڇا ڇئجن.

(1)

سڄڻ منهنجو سوايو هو، حسن، صورت ۽ سيرت ۾،
اکيون منهنجون عجيبن سان، اڙيون اهڙيون جو ڇا ڇئجن.

(2)

مٺي گفتار سان گوهر، وِڌو موهي منهنجي دل کي،
مون کي ميخون محبت جون، کڙيون اهڙيون جو ڇا ڇئجن.

(3)

ملائي سينو سيني سان، چيائين مان آهيان تنهنجو،
ڏِنئين منهنجي رقيبن کي، ٺڙيون اهڙيون جو ڇا ڇئجن.

(4)

جنهن ۾ سار ساجن جي، هجي شل هجر سالن جو،
گذاريم جيڪي گوندر ۾، گهڙيون اهڙيون جو ڇا ڇئجن.

(5)

"تراب" هن عشق جي آتش، ڪيو هاجو هزارن سان،
دليون درد وارن جون، سَڙيون اهڙيون جو ڇا ڇئجن.

## غزل

صُراحي کول اي ساقي؛ نظارن جو نشو گهرجي،
پيئڻ سان پُر ٿيڻ کان پوءِ، پيارن جو نشو گهرجي.

(1)

تنهنجون اکيون ٻئي پئمانا؛ ڪن ٿيون داناءُ ديوانا،
ملائي ديدون ديدن سان، ديدارن جو نشو گهرجي.

(2)

اهڙي ساغر جو آهيان سوالي؛ عُمر پَر ڪين ٿي خالي،
قرب سان ڏي قيامت تڪ، قرارن جو نشو گهرجي.

(3)

پرت جو ڏي ڪو پئمانو؛ ٿيان مخمور مستانو،
برهه جي پريل بوتل ۾، بهارن جو نشو گهرجي

(4)

انهي مَٽَ مان مونکي موڪِي؛ پياريو ڪا چڱي چوڪي،
خمرجي خاص خيالن ۾؛ خمارن جو نشو گهرجي.

(5)

"تراب" جي طلب ڪر پُوري؛ لهي مُورڙن نہ مخموري،
اڙائي اکيون اکين ۾، اشارن جو نشو گهرجي.

## غزل

نہ ساقي نہ ساغر: مَئي نہ فضا آ، شراب محبت پياري ٿو ڪو، ڪو،
زماني جي غم ۾: عمر صرف ٿي وئي، مُئل دليون مس مس جياري ٿو ڪو، ڪو.

(1)

ڪلاڏي وئي محبت :ڪلاڏي وبون ڪچهريون، ڪلاڏي ويا لوتار: ا اهي مرد مانجهي،
چمن هو جتي اڄ نہ گل آ نہ بلبل، هر جاءِ آهي اوندهہ: ٻاري ٿو ڪو، ڪو.

(2)

ڏسجي ٿي هر جاءِ: انا خود پرستي: ڪنهن کي چوڻ ڪان: چُپ چاپ رهجي،
زندگي جون راهون: ڏاڍيون ڏکيون هِن، مگر مسڪرائي گذاري ٿو ڪو، ڪو.

(3)

”تراب“ ڪنهن تي تنقيد: چڱي ناهي هرگز، خموش رهہ تون: تہ ڪو شاعر نہ رنج ٿي،
زماني ۾ اڄ ڪلهہ عجب شاعري آ، سخن ور سخن کي: سينگاري ٿو ڪو، ڪو.

## غزل

مون کي بي ڏوهہ اي سهڻا، ستائڻ مان چا هٿ ايندءِ،

مٺا محبوب ماڻن ساڻ، مارڻ مان چا هٿ ايندءِ.

(1)

حُسن تي ناز آ توکي نہ ايڏو ظلم ڪر ظالم،

اجايو عشق وارن سان، اُچائڻ مان چا هٿ ايندءِ.

(2)

عشق جي آگ آ دل ۾ پيڙ اچي برهہ ٻاريو آ،

منهنجي جان اي جاني، جلائڻ مان چا هٿ ايندءِ.

(3)

اچي مِل مُحب تون مونسان تہ ٿئي "تراب" کي تسليٰ،

پرين پرديس ۾ ويهي، وسارڻ مان چا هٿ ايندءِ.

## غزل

چيم دل کي نہ گهبرائج، چيائين پيار کاٽي آ،
منهنجو محبوب من مُهٺو، مٺو منٺار کاٽي آ.

(1)

چيم ڪجهہ سمجهہ ڪر، چوٽي سڙين هڻ سُور ۽ ناحق،
چيائين دلربا دلدار جو، ديدار کاٽي آ.

(2)

چيم ايندو اجهو آيو، رڳو اکين نٽو ڏسجي،
چيائين واعدا ڪري ويو جو، اهو اقرار کاٽي آ.

(3)

چيم ”تراب“ کي چوٽي ستائين رات ڏينهن روئي،
چيائين آءٌ اڙيل جنهن سان، اهو دلدار کاٽي آ.

## غزل

تنهنجو ئي تصور آ، صورت ٻي ڪانہ گهرجي،

مونکي زندگي جو هڪ پل، توکان سوا نہ گهرجي.

(1)

منهنجي اکين کي پيارا! تنهنجي ئي ضرورت آ،

توکان سواءِ جنت، مونکي مٿا نہ گهرجي.

(2)

علاج . اگر ٿيندو؛ بيمار محبت جو،

ديدار کان سواءِ، دل جي دَوا نہ گهرجي.

(3)

دل جي هي تمنا آ، .واعدو آ عمر تائين،

تنهنجي ثنا ڪيان ٿو، ٻئي جي ثنا نہ گهرجي.

(4)

جو دم "تراب" غافل؛ سو دم ٿو چئجي ڪافر،

اهڙي هجر جي حياتي، ساجن صفا نہ گهرجي.

## غزل

ڏٺي ٿيا ڏينهن دلبر کي، خدا آڻي تہ اڄ آڻي،
اچي آڻت کو اندر کي، خدا آڻي تہ اڄ آڻي.

(1)

اچي منهنجي اڱڻ هيڪر، ڏيان جند جان مان جيڪر،
گهوريان قدمن مٿان سر کي، خدا آڻي تہ اڄ آڻي.

(2)

سدا اِکيون رهن آليون، وڃهان ٿو رات ڏينهن ڦالون،
منهجي محبوب منور کي، خدا آڻي تہ اڄ آڻي.

(3)

پرين جا پير هٿ پائڻ، مٿاين جا ورهايان مڻ،
وندي ڏيان وند گهر گهر کي، خدا آڻي تہ اڄ آڻي.

(4)

اچي من منهنجي اوتاري، "تراب" جو ساهہ ٿو ساري،
منهنجي دل جي وندر کي، خدا آڻي تہ اڄ آڻي.

## غزل

عِشق وارن وٽ ادا، اڇي پيءُ پيالا مئي سندا،
ساقي هٿئون جا مئي ملي، پوءِ هوش جو حافظ خدا.

(1)

پي پڪُون پرين هٿان، دل پنهنجي تون ڪر صفا،
مَئي پيئڻ ۽ مست ٿيڻ، نينهن جا چڙهندا نشا.

(2)

مئخاني محبت جي اندر، عقل جي هِت جاءِ نہ ڪا،
سِر ڏيڻ، سُرڪي پيئڻ، ائين عقل وارا ڪيئن ڪندا.

(3)

ساهہ جو سانگو ڪرين، پيچ ائين جئن پيا پڳا،
هستي ڇڏڻ جيئري مرڻ، عاشق اُهي سڄڻ سچا.

(4)

"تراب" طالب ٿي سچو، نفس کي هَڻ ٽُون ڳلا،
"موتو قبلل انت موتو"، مرد سي ڪامِل ٿِيا.

## غزل

اسان کي تنهنجي نينهن نپائڻ جون ڳٽتيون،

اوهان کي اسان جي؛ ستائڻ جون ڳٽتيون.

(1)

لڳي چوٽ اهڙي جو زخمي ٿي پيئي،

اسان کي پنهنجي دل ،بچائڻ جون ڳٽتيون.

(2)

هر روز نوان سُور؛ ناسُور ٿي ويا،

جگر جي ڦٽن جي، ڇُٽائڻ جون ڳٽتيون.

(3)

لکين ۽ هزارين؛ آهن عيب مون ۾،

اسان کي انهن جي، لڪائڻ جون ڳٽتيون.

(4)

ڪهڙي طرح ۽ وڃي روبرو ڪيئن،

پنهنجا سور تو کي، سُڻائڻ جون ڳٽتيون.

(5)

ايْ ظالم! صبح شام آهن اوهان کي،
مونکي مفت ماري، مَنائِڻ جون ڳڻتيون.

(6)

دعائون گهُران پيو تہ پرچي پرين شل،
اوهان کي "تِراب" سان، اُچائڻ جون ڳڻتيون.

## غزل

قهر جو پاتئي ڪجل، قاتل ڪُهڻ جي واسطي،
نيڻ نازن سان ڪٽين ٿو، دل ڪسڻ جي واسطي.

(1)

گهُور سان گهايئي گهٽا، ڪر ڪهڻ جا تو ڪرين،
مان اڳيئي تيار آهيان، سر ڏيڻ جي واسطي.

(2)

ڪيف ڏاڍي ۾ ڪڪوريون، مخموريل مس مس کڄن،
جي کڄن؛ موهي وجهن، چرڪن چنيڻ جي واسطي.

(3)

تاب بجلي ڪان تِکو، چمڪار چشمن جو چوان،
دلدار تو ڏاريُون اُهي، ڏاڙي هٽڻ جي واسطي.

(4)

"تراب" اکڙين عشق وارن، گهاءُ دل ۾ ڪيا گهٽا،
جان مون پالِي سَندِي، صدمن سهڻ جي واسطي.

## غزل

بهاري ويئي؛ خزان آئي، چمن جو حال ڇا ٿيندو؟

ويئي بلبل اڏامي اڄ؛ گلن جو حال ڇا ٿيندو؟!

(1)

اهو ئي باغ آ ساڳيو؛ پر ساڳيو ڇهچٽو ناهي،

نہ ڪوئل جون ٻڌن ٻوليون، وڻن جو حال ڇا ٿيندو؟!

(2)

ويا ڪومائجي جن جا؛ ڳچيءَ ۾ هار پاتا مون،

گلابي، ڳاڙهن ۽ پيلن، اڇن جو حال ڇا ٿيندو؟!

(3)

ڪندا هئا سير صبح و شام، حَسِينن جا اڇي ٽولا،

نہ آهي گل، نہ آ خوشبو، انهن جو حال ڇا ٿيندو؟!

(4)

ويو مالهي؛ ويئي سرهائي، رڳو ئي خار ٿا ڏسجن،

ها وڻندا واس هر گل جو، پنؤرن جو حال ڇا ٿيندو.

(5)

چمن جي هي ڏسي حالت، پنڇرن آ ڏنو روئي،
ڪيا جي درد ديوانا، چرين جو حال ڇا ٿيندو؟!

(6)

”تراب“ آهن اميدون نيٺ، چمن آباد ٿي ويندو،
ڦڪيا جيڪي زخم دل جا، ڦٽن جو حال ٿيندو؟!

## غزل

منهنجي دل توسان اَڙي وَئي ڇا ڪيان،

جان سورن ۾ سَڙي وئي ڇا ڪيان.

(1)

پيار ڏئي مونکي پرين پنهنجو ڪَيَئي،

قرب تنهنجي ۾ ڪَڙي وئي ڇا ڪيان.

(2)

هڪ نظر تنهنجي مونکي موهي ڇڏيو،

لِڪِي لِڪِي لالڻ لَڙي وئي ڇا ڪيان.

(3)

"ظفر علي" جي دل لڳي توسان مِٺا،

جان، جند توسان جَڙي وئي ڇا ڪيان.

ضميمو: ظفر علي عرف زبر علي جي نالي لکيل ولي محمد "تراب" جو ڪلام

## غزل

ڏسي تنهنجو حسن ٿيا ڪيئي چڪن، تون آهين شمع هيا پروانا،
ڏين سر گهوري؛ ڪنڌ ڪوري ڪوري ڪيا محبّت تنهنجي مستانا.

(1)

ڏسي تنهنجي شڪل ٿي بيوس دل، ليڪن مشڪل آ وصال صنم،
سڪ آهي سچي؛ ملي مونسان اچي، لک وار ڪيان مان شڪرانا.

(2)

ڪيان تنهنجي صفت جي ڏين رُخصت،آ توسان محبت منهنجي گهڻي،
ماڻهو چريو چَوَن؛ مونکي؛ مهڻا ڏين، سَهڻا لوڪ سڄي جا پيا طعنا.

(3)

ٿئين شوخ اهڙو؛ سبب آ ڪهڙو، مون تو جهڙو نه ڏٺو آ ڪٿي،
عاشق مارين؛ نه قياس ڏارين، ڪرين تيرِ نظر جا نيشانا.

(4)

رهين چو ٿو پري؛ اچ پيير پري، منهنجي ڪانه سري ٿي توکان سوا،
”تراب“ سان مل، برباد آ دل، آباد اچي ڪر ويرانا.

## غزل

شرف شهنشاهہ ڏنو آ، عشق عاليشان کي،
عشق الله جي امانت آ، مليو انسان کي.

(1)

ڪر سُرت سالِڪ سور جي، رک درس پنهنجي ڌيان کي،
جاءِ ڏي جيءَ جي اندر، تون محمدي مهمان کي.

(2)

"العشق نارا لله" سان، تون ڪر پڪو ايمان کي،
دم نسان دم دم سانئيجي، سک سندي سامان کي.

(3)

سالِڪن ڪيڙو صَحي، آ عشق جي امتحان کي،
سر ڏيئي سرها ٿيا، جن سڃاتو شان کي.

(4)

"تراب" صوفي صاف ٿي، ڪڍ دل مان غير گمان کي،
پِي هٿان پيرِ مغان جي، پرت جي پئمان کي.

## غزل

سمهن کين سرتيون؛ اکيون عشق واريون،
سانوڻ مينهن وانگر؛ وسن ٿيون ويچاريون.

(1)

برھ بار بلڪل، پَوَن پُور پلپل،
وهن ڳوڙها ڳل ڳل، اوجاڳن اوجاريون.

(2)

وهن نير نالين، رهن روز آليون،
اُهي ڳجھ جُون ڳالهيون، پرين ساڻ پاڙيون.

(3)

"تراب" کين ترسن، مُنيون ماٺ نا ڪن،
ڏينهان رات روئن، سجڻ کي سنڀاريون.

## غزل

لکيم خط توڏي صنم، ڪٺي ڪاغذ ۽ قلم،
قاصد ڪانگل کي ڪيم، ڏئي خط روئي پَيم.

(1)

وساري ويهي رهيئن، خطا مون کهڙي ڪئي،
اهو ظاهر آ ظلم، پوي شل توکي رحم.

(2)

ڏکن ۾ ڏينهن ٿو لهي، روئان ٿو رات سڄي،
ڏئي وئين درد ۽ غم، نہ ڪر تون ايڏو ستم.

(3)

پنهنجي هن درد جي، ڪنهن کي مان دانهن ڏيان،
دل جي دل ۾ رهيم، نہ ڪنهن سان سُور سليم.

(4)

"تراب" يار اڳيان رکيو مون دل کي نذر،
سودو سر جو ڪيم ۽ بدلو درد مليم.

## غزل

جو ڏنم؛ دل ۾ ڏنم، دل جي اندر دلبر ڏنم،
نہ هِت ڏنم، نہ هُت ڏنم، ان جو دل ۾ گهر ڏنم.

(1)

"ونحن اقرب" واعدو، پورو پرين جو قاعدو،
"الفقر" وارو فائدو، مومن نکو کافر ڏنم.

(2)

کونہ آ ڪعبي اندر، کونہ کا شِي، کاشغر،
نہ دلدار ديول ۾، مگر مسجد نہ کو مندر ڏنم.

(3)

ملڪ عربستان ۾، اردن، عجم، ايران ۾،
زمين ۽ آسمان ۾، اندر نہ کو ٻاهر ڏنم.

(4)

"تراب" تصور دل اندر، دم دم پرينءَ کي ياد ڪر،
ڏينهن رات ۽ شام و سحر، محبوب جو مظهر ڏنم.

## غزل

محبوب آ تون موٽي، موسم بهار آئي،
مونکي ٿي مفت ماري، جاني تنهنجي جُدائي.

(1)

رات ڏينهن سُهڻا منهنجو توکي تو رُوح ساري،
مونسان ملڻ جي جلدي، پُورل ڪجان پَلائي.

(2)

پيرَن تي باسُون باسيم، جوڳي، فقير، منتر،
ڦيٺا، سڳا ڪرايم، شل ڪا ٿئي سَٽائي.

(3)

ڪر ڪا ملڻ جي مِنڙا، هيڏو آ حال منهنجو،
دم تي نہ پروسو ڪو، آ زندگي پَرائي.

(4)

"تراب" جي اڱڻ تي جي، تون نہ آئين پيارا،
طعنا مونکي پيئي ڏيندي، سُهڻا ساري خُدائي.

## غزل

مدت کان آهي شوق دل، سُهڻا تنهنجي ثنا ڪيان
اهڙا لفظ آڻيان ڪٿان، ڪهڙي طرح ادا ڪيان.

(1)

عشق بڻايو بُت پرست، ڇاجو ڪفر، اسلام ڇا،
تنهنجي نمازِ عشق ڪي، ادا ڪيان، قضا ڪيان.

(2)

جڳ ۾ تنهنجو ناهي مثال، ڪنهن سان توکي تشبيهہ ڏيان،
موجب پنهنجي اعتقاد جي، محبت جو مان خدا ڪيان.

(3)

ڪڏهن تہ گڏ، ڪڏهن جُدا، هي فراق دشمن زندگي،
دل ٿي چوي دم بَدم، دل جي اندر اغوا ڪيان.

(4)

حسن حشمت ناڪ جي، جلوه گري جادو ڪيو،
”تراب“ عقل ٿيو بي اثر، هاڻي ڪنهن کان پڇا ڪيان؟!

## غزل

ڪي ڇَوَن ٿا چنڊ، ڪي صُورت ڇَوَن.
توکي ٿا من موهني، مُورت ڇَون.

(1)

ڪي ڇَون ٿا هيءَ آهي جادوگري،
ڪي وَري قادر سندي قدرت ڇَون.

(2)

ڪي ڇَون ٿا گُل گلابي آ کُليل،
ڪي وري رُخ رُوءِ ڄِي رنگت ڇون.

(3)

ڪي ڇَون تجلي آ نڪتي طُور مان،
ڪي اُها عاشق وري عبرت ڇَون.

(4)

”تراب“ ڇهري ڪي ڏسي تعريف ڪئي،
وِرهہ وارن جي اها وحدت ڇَون.

## غزل

ساريان توکي ساري ساري رات،
ڪڏهن ڪندين مونسان ملاقات؟

(1)

تارا تڪيندي راتيون وهاٽيون،
روئي روئي اٿان پريات.

(2)

آگر عشق جا بادل برسيا،
اکيون روئن، جيئن برسات.

(3)

پيار ڪيو مون ڏوهہ ڪيو ڇا،
عشق ڪيو آهي هر ذات.

(4)

محب ملڻ جي ڪر تون مونسان،
”تراب“ کي آ ڏاڍي تنهنجي تات.

## غزل

مارن ٽيون مشتاقن کي، تنهنجون هِي يار اکيون.
ديدُون دونالين سان ڪن، شائِق شِڪار اکيون.

(1)

وات وِيندِن سان وڙهيون اهڙيون تہ اَڻ جهل آهن،
اَبرُو ڪمان سان ڪن وڙهڻ لاءِ وار اکيون.

(2)

ڍار ڪجل جي پائي، ڪار ڪُهڻ جي ڪن ٽيون،
ڏيهہ کي ڏيکارن ٽيون، اهڙا اسرار اکيون.

(3)

چرڪن ٽيون چنيڻ خاطر، دل ۾ مچي ٿي هلچل،
صورت سان سامهون ڪن ٽيون، وٽج واپار اکيون.

(4)

”تراب“ تون نہ هڪڙو، گهُورن هزارين گهايا،
ڪهڻ لاءِ ڪافي تنهنجون، تير ۽ تلوار اکيون.

## غزل

دل چوي ٿي دلبر ايندو، منهنجو اڄ مهمان آ،
مال مڏيون گهر گهوريندس، سر قدمن تان قربان آ.

(1)

دلبر ايندو درشن ڏيندو، دل کي دلاسو دلبر ڏيندو،
من منهنجو محبوب ملڻ لئي، محبت ۾ مستان آ.

(2)

هند حبيب لاءِ وارو وڇايان، جايون اکڙين ۾ جوڙايان،
صدقي سِر کيان سهڻي تان، دل دلبر جو نذران آ.

(3)

جنهن لاءِ "تراب" ڪانگ اڏايم، پير پري سو پاڻهي آيم،
قسمت مون سان محب ملايو، مولا ڏيو مهربان آ.

## غزل

دلبر سان گڏ رهان ٿو، دل کي قرار آهي،
پياري پنهل سان منهنجو، پلپل پيار آهي.

(1)

محبن سان ملاقاتون، راتين جون گذريون راتيون،
سامهون سڄڻ سدائين، دم دم ديدار آهي.

(2)

ماري توڙي جياري، ڪِلائي توڙي رُئاري،
منهنجي زندگيءَ جو، اُن کي سڀ اختيار آهي.

(3)

رڳو ناز سان نهاري، دلڙي ويو ڏٺاري،
محبوب محبت ۾ خود مختيار آهي.

(4)

"تراب" يار منهنجو، ويجهو تمام ويجهو،
دل ۾ پچايان صورت، هڪدم نہ ڌار آهي.

## ڪافي

الائي ڪيئن هت آيس، اتم الفت اباڻن سان،
موڪل ڏي مير تون مونکي، ملان وڃي ماڳ مارُن سان.

(1)

ڪڙن، ڪوٽن ۾ ڪُلفن ۾، ڪيو مونکي قيد آ قسمت،
ڪڏهن وڃي قرب سان ڪنديس، ڪچهريون قربدارن سان.

(2)

سدائين سڪ آ سيني ۾، سارين ساٿيهہ ۾ سرتيون،
سڙي ويئي سينڌ سرتين ري، سنواريندس سنگھارن سان.

(3)

وڃون وُنيوڻ ٿيا وسڪارا، وطن جا وڻ وٽن وهہ واهہ،
واري جي وڇاٽن تي، وڃي ويهنديس ولهارن سان.

(4)

پنهوارن پهرو پهرايا، پٽن تي پيا پرت پيارن،
پلر پلتيو ۾ پٽ پريا، پيئنديس پاڪ پيارن سان.

(5)

لٿا ليڙون لڳل چتيون، لکيل هئا لوح ۾ لاشڪ،
لاڪيٽي لاک جي لوئي، لاهينديس راڄ وارن سان.

(6)

”تراب“ تڙ تڙ تنوارون ٿيون، ترسن ٿڙ تي ٿرَ وارِيُون،
تن جي تاتن تن من ۾، آٿن توڏا تنوارن سان.

## ڪافي

اديون عشق مونکي چڏيو آ نهوڙي،
ڏيئي سور سختيون ويو آ وکوڙي.

(1)

عجب عشق جو هي اسرار آهي، ڪٿو ڪربلا ۾ سردار آهي،
هليو شام پيادل بيمار آهي، ڪٿو رات شادي چڙهي گهوٽ گهوڙي.

(2)

وجي حضرت يوسف مصر ۾ وڪاڻو، خريد ڪيائون ڏيئي نوٽ ناڻو،
عشق زليخا ٿيو هو پراڻو، رهيو روئندو يعقبو وَرهَن وڇوڙي.

(3)

چڙهيو چئي انا الحق منصور ڦاهي، ڏني شمس تبريز پنهنجي کل لاهي،
صوفي ڏنو سِر منجهه ڪٺڪ ڪاهي، بلاول کي گهاڻي ۾ چڏيئون نپوڙي.

(4)

ڪيو قيس ڪيڏو ڪشالو قرب ۾، ڪري ليليٰ ليليٰ سِڪيو هن سبب ۾،
جوان انهيءَ جاءِ جوش جذب ۾، برپٽ ۾ بيشڪ بيٺو خميا ڪوڙي.

(5)

سيفل سفر جي ڪئي ترت تياري، بهاني بديعل جي برهه باهه ٻاري،
مڏي مڙس جي سڀ انهي ڳالهه ڳاري ويو ڪين واپس تباهي ٽيس توڙي.

(6)

ساهڙ لئي سهڻي ڪاهي پئي ڪُنَ ۾، ميهر جي منڊ ڪي محبت هئي من ۾،
وڃي ڪڙ پئي ڪن مانگر مڇن ۾، درياهه جي دهشت ڇڏيا بئي ٻوڙي.

(7)

هلي سڃ ڏي سسُئي پيرين پيادي، بلوچن لاءِ بَرَ ۾ ڪئي مِرُن ماندي،
ٿي نيٺ ٽُنهنجي سُڃ ۾ سمادي، جتن جبل ۾ ڇڏيس جاءِ جوڙي.

(8)

هير جي خاطر رانجهن آ رُليو، ڇڏي بادشاهي اچي چاڪ بڻيو،
تخت هزارو انهي ويل وسريو، ڪَيَس قرب قابو ورهه ۾ وڇوڙي.

(9)

ڇڏيا عشق ڪيئي ڪونڌر ڪُهائي، نه داد نه فرياد ويا سِر سَهائي،
ڇڏيا مفت ۾ سڀ مانجهي مارائي، ”تراب“ چئي قضا ڪان ڪير منهن موڙي.

## ڪافي

دلبر تنهنجي ڏسڻ لئي دلڙي رهي ديواني،
ڪر ڪا ملڻ جي سهڻا؛ پنهنجي تون مهرباني.

(1)

مُحب تون ڇو مونکان پيو تو ڪرين ڪنارا،
ڪڏهن مونسان تون ملندين هيڪر اچي پيارا،
تنهنجي ملڻ جي مونکي هر دم رهي حيراني.

(2)

دلبر ڪري جُدائي مونکي وئين تون ماري،
ويتر بہ دل منهنجي کي ڳڻتين وڌو آ ڳاري،
دل کي ڏجان دلاسو هيڪر اچي تون جاني.

(3)

جنهن ڏينهن کان تو دلبر مون سان ڪئي جُدائي،
سچي جان منهنجي سهڻا تو ڪئي آ سودائي،
وسري نٿي جا مون کان تنهنجي مٺا جواني.

(4)

تون هيڪر "تراب" کي دلبر ملاءِ مولا،
جنهن جي ڏسڻ سان منهنجا لهندا اکين جا اولا،
دم تي ويساهہ ناهي دنيا سچي آ فاني.

اچي ياد پيون مونکي ڳالهيون پراڻيون،
کيون هيم پرين سان قربن جون کهاڻيون.

(1)

جن گڏ گذاريو اُهي ڏار تي ويا،
کري ياد تن کي ڳوڙها وَهي پيا،
مونکي روئندي روئندي راتيون وهاڻيون.

(2)

اميد اچڻ جي ايجان دل ۾ آهي،
ڇڏيندو نہ مونکي قربدار آهي،
ايندو محب مون وٽ کنداسين رهاڻيون.

(3)

ڇُون کونہ منهنجو اکيون مڃن ٿيون،
"تراب" روئڻ کان بس کين کن ٿيون،
جهليون مون اکين کي توهان ٿيو سياڻيون.

## ڪافي

تنهنجي سهڻي آ صورت يار سڄڻ،

مونکي موهي وِڌ، منٺار سڄڻ.

(1)

ڏاڍا دلبر وڏا تو دامَ مونکي، رات ڏينهن ناهي آرام مونکي،

تنهنجو ياد آ هر دم تامَ مونکي، مونکي ياد آهين هر وار سڄڻ.

(2)

توکي ساهه ۾ سهڻا سانديِ چڙيان، دم دم پيو ديدار ڪيان،

توسان پلپل پيارا پيار ڪيان، هڪ دم نہ ٿي تون ڌار سڄڻ.

(3)

ڪر واعدو مِنا ٿيندين ڪين جُدا، آهي تنهنجي مٿان منهجي جان فِدا،

ڪندو زبر علي سان ميلو خُدا، مونسان ويهي گهڙيون تون گهار سڄڻ.

---

ضميمو: ظفر علي عرف زبر علي جي نالي لکيل ولي محمد "تراب" جو ڪلام

## ڪافي

ايندو شال اوني؛ پڇندس پڇارون،
ڪندو خير خبرون؛ لهن من مونجهارون.

(1)

قريبن جو قاصد اچي من اوڏاهون،
لهن شال منهنجون سانگي سنڀارون.

(3)

وساري ڇڏيو آ مون کي چو اباڻن،
وجي ڏيهه ڏينديس مارن کي ميارون.

(3)

”تراب“ عرض آزيون عجيبن جي اڳيان،
منائي ڪو مارو وجي منهنجي پاروُن.

## ڪافي

اچي مل تون مون سان؛ منٺار منهنجا دلدار،
توکي دلڙي ٿي ساري يار.

(1)

تنهنجون نت نت ٿي واٽون نهاريان،
هنجون روز اکين مان ٿي هاريان،
ڪونہ وٺي ڪر ڪار سدا تنهنجي تار.

(2)

اٿو رمز نيٽن ۾ ڪا اهڙي،
لاٿِي اٿو پرين ڪهڙي،
پهريون ڏنو تو پيار ڇني ڪيئي ڏار.

(3)

تنهنجي تات ”تراب علي“ کي آهي،
اچ قرب وارا تون ڪاهي،
ڪر قرب اچي قربدار ڪراءِ ديدار.

## ڪافي

گهڙ عشق جي درياهہ ۾، توڪل سندو ترهو ٻڌي،
لهرين لکين لوڙهي ڇڏيا، اها ڪل نہ ڪنهن آهي لڌي.

(1)

عاشق اوپارا تا وڃن، لکين لعل تا لوچي لهن،
وڃي حق سان واصل ٿا ٿين، ناهي جن جي من ۾ مَدي.

(2)

بيشڪ برهہ بي انت جو، ناهي پتو هن پرت جو،
سڪ سبق سالڪ سُرت جو، جند جان آ ساڙڻ سندي.

(3)

"تراب" طالب ٿا ترن، سر ساهہ جو سانگو نہ ڪن،
مام موتؤ ۾ مرن، ٻول ٻهڳڻ سان ٻڌي.

## ڪافي

منهنجي سهڻي ڪيا سينگار؛ ٿيا ديدار، حسن جي حد ٿي ويئي،
ٿيا چوڏاري چمڪار؛ تجليدار، حسن جي حد ٿي ويئي.

(1)

سهڻا زلف سياه سڄڻ جا؛ مشتاقن کي موهن،
ڪاڪل ڪيس؛ ڪاريهر ڪارا، سر سهڻي جي سونهن،
واهه واسينگن جا وار؛ ڪيئن خمدار، حسن جي حد ٿي ويئي.

(2)

ڪجليون ڪيف؛ ڪڪوريل ڪاريون، ڍار ڪجل جي پائن،
ڏيئي اشارا عشاقن کي، گهوٽ هزارين گهائِن،
ڪيا دونالين ڏڏڪار؛ تير هزار، حسن جي حد ٿي ويئي.

(3)

ابرو تيغ ايراني وانگون، ڏوڙؤن ڏنگا تا ڏسجن،
پنبڻن جا پئڪان پري کان چوهه منجهان تا چُڀڪن،
ٿيا سيني ۾ سٽڪار، آرو پار، حُسن جي حد ٿي ويئي.

(4)

”تراب“ حُسن جي هاڪَ هُلي ويئي، ٻُڌي عشاق اچن تا،
شعاع شمع تي شوق منجهاران، پرواني جان پچن تا
ڪيئي برهه ڪيا بيمار، ٿيا لاچار، حسن جي حد ٿي ويئي

## ڪافي

سهڻو آهين ويتر تون سينگار ڇو ڪرين،
اهڙو سهڻو حسن تي اظهار ڇو ڪرين.

(1)

دل ۾ لڳيون جڏهن ديدن جون دناليون،
اکڙيون رهيون سدائين آب ۾ آليون،
ٻڙڇيون هڻي برھ جون بيمار ڇو ڪرين.

(2)

موٽي اچڻ جو ڪيو وڃڻ وقت واعدو،
واعدي خلافي ۾ ڪهڙو آهي فائدو،
اقرار ڪري سُهڻا تون انڪار ڇو ڪرين.

(3)

چاڪئون "تراب" کي وساري ڇڏيو اٿئي،
ڪري محب ماٺو وڙي ماري ڇڏيو اٿئي،
عاشق سان اي ظالم تون آزار ڇو ڪرين.

## ڪافي

محبت آهي عاشقن جي عبادت،
توڙي ڪري پيو زمانو شڪايت.

(1)

حسن آگ، عاشق آهن پروانا،
ڏسڻ لاءِ هر دم ڦرن ٿا ديوانا،
ڪرڻ فرض سمجهن حُسن جي زيارت.

(2)

جَرَ ڪان مڇي جيئن جُدا ٿي نہ سگهندي،
تيئن دل جدائي سهي ڪين سگهندي،
بنا يار تن لئي آهي قيامت.

(3)

ڪن ٿا درد مان بيوس دانهون،
ٻرن ٽيون اندر ۾ برهہ جون باهون،
نچائي ٿو زوري آهي عشق آفت.

(4)

”تراب“ اڏي تي ڪُسي ويا ويچارا،
ڏيئي سر خوشي سان سڏيا عشق وارا،
دلبر ڏني جن کي درد جي دعوت.

## ڪافي

پائي ڪجل گهمڻ؛ ڪري گهور ڏسڻ، اهڙا تير هڻڻ لاءِ تيار نہ ٿي،
منهنجي اگڻ اچڻ، ٿورو وقت ويهڻ، وري موٽي وڃڻ لاءِ تيار نہ ٿي.

(1)

تنهنجي جواني مٺا، توکي بخشي خدا، ڪيان توکي دُعا؛ خوش هوندين سدا،
توتان جان فِدا، رهين چو خفا، ڪر مون سان وفا، ٿي نہ مون کان جدا،
چني ناتو ڇڏڻ لاءِ تيار نہ ٿي.

(2)

توسان دلڙي اڙي؛ هئي قرب ڪڙي، جان توسان جڙي، لاٿي درد ڌڙي،
ويو ساهہ سڙي، سري ڪين گهڙي، وينس روئي رڙي، پئين ٿو مونسان لڙي،
طعنا، تنڪا هڻڻ لاءِ تيار نہ ٿي.

(3)

”تراب“ ياري رکيم، گهر وسري ويم، اهڙو درد لڳم، ڏينهن رات رُنم،
رهي روز ٿو غم آهي تنهنجو قسم، ڪر پنهنجو ڪرم، نہ تہ نڪري ٿو دم،
اهڙا ظلم ڪرڻ لاءِ تيار نہ ٿي.

## ڪافي

جڳائي نہ توکي: جانب جدائي،
سڄڻ ساھ منھنجو، ساري سدائي.

(1)

زلف جي زنجيرن: قابو ڪئي دل،
بچي ڪين سگھندس: برھ کان بلڪل،
روئاري ھليو وئين، ڪري دل رنجائي.

(2)

عشق آگ آھي: اندر منجھہ ٻاري،
لڳي لنئون ويئي: ڪا پرتئون پياري،
ياري مونسان، چڱي تو نڀائي.

(3)

"تراب" ساڻ ماڻا: چڏي ڏي تون جاني،
ڪر تون ملڻ جي: مٺا مھرباني،
اڱڻ جي اچين تون، ورھايان مٺائي.

## ڪافي

توسان موليٰ شال ملائي: آ تہ توسان پيار ڪيان،
تنهنجي هر هر ياد ستائي: آ تہ توسان پيار ڪيان.

(1)

تنهنجو انتظار آ: دل بي قرار آ،
اڄ منهنجي اڱڻ: مجان ٽورا سڄڻ،
وج قرب جا قدم گھمائي، آ تہ توسان پيار ڪيان.

(2)

اڪيون سِگَن ٽيون: توڏي تڪن ٽيون،
آ پيبر پري: دل دعا ٿي گھُري،
توکي موليٰ شال وڏائي، آ تہ توسان پيار ڪيان.

(3)

جيئڻ جنجال آ: هيڏو منهنجو حال آ،
آ ”تراب“ سان مِل: اچي پيارا پنهل،
وج پنهنجو يار بڻائي، آ تہ توسان پيار ڪيان.

## ڪافي

ڏاڍو برهہ تو يار بچايو آ، بچايو آ، بچايو آبچايو آ،

ڏيو آ هيٺو منهنجو حال، آهي جيئڻ جنجال،

ڏاڍو سُورن يار ستايو آ، ستايو آ، ستايو آ، ستايو آ.

(1)

هر دم تنهنجي سڪ ۾ سڪان ٿو، آگ عشق ۾ پيارا پچان ٿو،

اڪ، اڪ سان اڙي، دل جان ويئي سڙي،

منهنجو جيئڙو تو يار جلايو آ، جلايو آ، جلايوآ، جلايو آ.

(2)

نِنڊڙي لاڪُون عشق اوهان جو، ڪونہ ٿو وسري پيار توهان جو،

اڄ محب مٺا، مل نالي خدا،

ڏاڍو طعنن يار تپايو آ، تپايو آ ، تپايو آ، تپايو آ.

(3)

”تراب“ تولاءِ آهي اُداسي، هر دم تنهنجي پيار جو پياسي،

اهڙو عشق ڪيم، هليو هوش ويم،

مونکي نينهن اوهان جي نچايو آ، نچايو آ، نچايو آ، نچايو آ.

## ڪافي

مولا مهربان ، داتا ملي دان.

(1)

دنيا ۾ رکيو، لاج ، شرم، شان.

(2)

تنهنجي آ هٿ ۾، ڪامِل قلمدان.

(3)

ناميا نظر ڪر، دلبر ڏي ڏيان.

(4)

تمنا ”تراب“ جي، پوري ڪر پريان.

٥٠

## ڪافي

جن کي اميد آهي، محبوب جي ملڻ جي،

پرواهه تن کي ناهي؛ ڪنهن سُور جي سهڻ جي.

(1)

عاشق اگر سڏائين؛ ڏي سر تون نوائي،

اختيار يار کي ڏي؛ خنجر کي وهائي،

سستي چڏي ڏي عاشق؛ ڪاتي سندي ڪُسڻ جي.

(2)

مرڻئون اڳي مري وڃ؛ هي ڪر آ عاشقن جو،

سُورن سان پيار ڪر تون؛ رک سوز سالڪن جو،

حاصل ٿئي ٿي منزل، جيئري وري مرڻ جي.

(3)

ڏي چڏي "تراب علي"، ويچار تون دنيا جا،

آرام، عيش ۽ سڀ، سينگار تون دنيا جا،

حب تون رک هميشه، يار هٿ ڪرڻ جي.

## ڪافي

آهي جنهن سان منهنجو پيار آهي البيلو دلدار،
وجهي نظرن سان موهي ڪو آهي جادوگر.

(1)

اکيون اکين سان جيڪو ملائي، واپس وجي سڀ ڪو دلڙي ڦرائي،
اچي ڪري ڪو ديدار، ناهي اهڙو ڪنهن جو يار.

(2)

هڪ تہ اڳيئي آهي سهڻي صورت، دلڙي ڦري تو ڏيئي محبت،
جڏهن ڪري ٿو سنيگار، ڏِسي ٿئي دل بهار.

(3)

"تراب" ڪشش اهڙي اٿس شڪل ۾، مچي هلچل ٿي بيوس دل ۾،
ڏسي حسن جو هبڪار، پُلن پنؤرُ هزار.

## ڪافي

هلي آ تہ پيارا ڪيون ڳالهڙيون،
سوا تنهنجي گذرن نٿيون راتڙيون.

(1)

توکان سوا ڪين ساعت سَري،
تصوير اکين اڳيان تي ڦِري،
جيءَ ۾ وئين جانب پائي جهاتڙيون.

(2)

ڇڏيو سُور ساڙي تا اُڌما اٿن،
سڄي رات اکيون ٿيون توڏي تڪن،
ٻڌايان مان ڪنهن کي برهہ باتڙيون.

(3)

ڪڏهن يار ايندين تون منهنجي اڱڻ،
سڪايل جي لهہ سار سُهڻا سڄڻ،
ڇڏيون جُدائيءَ چني چلتڙيون.

(4)

ڪسي دل ڪٺي وئين تون منهنجا مِٺا،
سيئي سُور سِرَ تي آهن مون سَٺا،
وڍي ويون دل کي قرب ڪاتڙيون.

(5)

ڪيم ڏوهہ کهڙو وساري ڇڏيئي،
مون کي محبت ماڻن سان ماري ڇڏيئي،
”تراب“ کي آهن تنهنجون تاتڙيون.

## ڪافي

ڪرين عشق اول ان جي اصولن تي اچڻ سِگُ،
سورهيہ جي ڪرين سوپ تہ سولي تي چڙهڻ سِگُ.

(1)

سِر جو ڪرين سانگ تہ سَڏ ڪر نہ عشق جي،
هيءَ ڪهڙي بلا آهي خبر ڪانہ عشق جي،
آهي سُور سچو سُور، رڳو سُور سهڻ سِگُ.

(2)

هٿ لاءِ تہ خبر پئي ڇاهي انداز عشق جو،
سِر بہ لُٽي، گهرَ بہ لُٽي، هي ناز عشق جو،
نقشِ قدم، حال حسينيءَ تي هلڻ سِگُ.

(3)

ڪنڌ تہ ڪُهي ڪات ڪي، تڪبير چئو نہ چئو،
سُورهَين تي سر وڍايا، پولو نہ ڪيئون پئو،
مچ ڏسن نہ موٽن، پتنگن ڪان پُڇڻ سِگُ.

(4)

پير مُغان پياريو آ جام عشق جو،
"تراب" آهي اوڪو انجام عشق جو،
پيالو پريم وارو، پرين ڪان پيئڻ سِگُ.

## ڪافي

موسم بهار آئي، موسم بهار آئي،
مان خوشنصيب آهيان، تشريف يار لائي.

(1)

آيو وڏي ويئي رونق، گلزار ۾ گلن جي،
شرمائي شجر ويا، لالي ڏسي لبن جي،
گلشن ۾ گلستان ۾، تنهنجي رُخ جي رُنمائي.

(2)

واعدا وري وصل جا، پاڙيا پرين پياري،
هي قربداري ڪئي آ، سهڻل سڄڻ سچاري،
اُن جي خوشيءَ ۾ مون آ، عيد اڄ ملهائي.

(3)

”تراب“ نڪتي تجلي، تصوير تاب گر ڪان،
گلشن ۾ گل ويا ڳڙجي، نرمل تنهنجي نظر سان،
ورتو ٿي واس هر هڪ، سڀ تنهنجا آشنائي.

١

## ڪافي

منهنجو عشق محبت، منهنجو يار تون،
منهنجي سر جو سائين تون، پرت ۽ پيار تون.

(1)

منهنجو مسجد، مندر تون، منهنجو آن مڪان تون،
منهنجي عزت، عظمت، حشمت ۽ منهنجو شان مان تون،
منهنجو مرشد رهبر تون، مختيار تون.

(2)

منهنجو ساز ۽ راڳ تون، منهنجو آن آواز تون،
منهنجا نغمہ، بيت، شعت ۽ منهنجي دل جو راز تون،
منهنجي صورت، سونهن ۽ سينگار تون.

(3)

منهنجو نفل، نماز تون، منهنجو آن قرآن تون،
منهنجو مذهب دين، ڌرم، منهنجو آن اسلام تون،
منهنجو ڪعبو، قبلو تون، ڪلتار تون.

(4)

منهنجو حاڪم حڪم هلائين، ”تراب“ جي سرڪار تون،
منهنجو ملڪ ملڪيت تون، شاهه شاهوڪار تون،
منهنجي سپر ڍال تون، تلوار تون.

## ڪافي

هيڪر اچين جي دلربا؛ منهنجي ساهہ کي سڏير ٿئي،
دل ٿِي چوي هينئر مِلان؛ هڪڙي گهڙي نہ دير ٿئي.

(1)

پَرَ هُجن مونکي پکي جان؛ هُنَ مهل مان اڏري وڃان،
منٽ هڪڙي ۾ وڃي، ديدار دلبر جو ڪيان،
محبوب سان مِلان وڃي، اهڙي منهنجي تقدير ٿئي.

(2)

تصوير تنهنجي جي هجي، سارو ڏينهن مان ويٺو ڏسان،
مان اڪيلائيءَ ۾ روح کي وندرايان،
تصوير سان ڳالهيون ڪيان، جڏهن مون کي اُڪير ٿئي.

(3)

مُنهن ڏسان تنهنجو مِٺا ايتر مان جيئرو هجان،
”تراب“ وٺ هڪ دفعو يار پيرو تون ڪجان،
موت کان اڳي مِلون متان دل منهنجي دلگير ٿئي.

## ڪافي

آڌي رات اُٺاري اُٺ ويا، وَرُ وَٺي ويچاري جو.
ڪيچ ڏي ويندِيس؛ ڏوري ڏسنديس، عشق لڳو مونکي آري جو.

(1)

سرتيون مونکي چو سمجهايو، مونکي وجهُ ڪانَ ڪانہ جهلي،
اوهين سڀ وَرَن واريون، ڪيچ ڏي مونسان ڪانہ هلي،
رائو، رڃ، بيابان ۾ برپٽ، پنڌ سُجهي ٿو واري جو.

(2)

ڏکيا ڏونگر؛ ڪوهہ ڪشالا، ماڳ مِڙن جو آهي ڙي،
عشق وارن جي اڳيان اصلي، چپر سرتيون چاهي ڙي،
نيٺ ٻلو ڪو پيئر بر ۾، پنهل ڪندو پوءِ واري جو.

(3)

ڏيرن مُئي سان ڪيون ڏاڍايون، ڪهل ڪُني تي ڪانہ ڪيائون،
چوري چپر ۾ چني چڏي ويا، ڏک ڏکيءَ کي ڏاج ڏنائون،
”تراب“ اوهان کي چئي چا ٻڌايان، قصو دردن ماري جو.

## ڪافي

گلن سان آ محبت، وَڻون واس ٿا،
باغِ حسن جا آهيون بُلبُلا.

(1)

اسيرانِ الفت نہ شڪوه شڪايت،
رهون ٿا چمن ۾ ڪٿي هاڻي قسمت،
فقط گل جي خاطر سَهُون خار پيا.

(2)

چمن ۾ هزارون حُسن جون قطارون،
پرين پاڻ ۾ ڪن پرت جون پچارون،
اکين جا ڪُنا مون اکين سان ڏٺا.

(3)

حسن ڪيا ٿي حملا، ٻڌي شاهي شملا،
ڪيا عشق ڪيئي قربدار ڪملا،
”تراب“ تير ڪايو وتن اڄ ڪُنا.

## ڪافي

محبوب جي سهڻي صورت جو، ديدار اسان لاءِ ڪافي آ،

سودو تي ويو سِر، سِر تي، واپار اسان لاءِ ڪافي آ.

(1)

ڪڏهن دور، ڪڏهن گڏ گهمندا وتون، ڪڏهن پرچون، ڪڏهن وڙهندا وتون،

پاڻ رُسون ۽ پاڻ پرچون، تڪرار اسان لاءِ ڪافي آ.

(2)

ڪڏهن الفت جا اظهار ڪري، اقرار ڪڏهن انڪار ڪري،

واعدا وفا جا پاڻ ڪَيَئين، اقرار اسان لاءِ ڪافي آ.

(3)

ڪڏهن محبت آ ڪڏهن نفرت ، ڪڏهن ناز ڪڏهن تو ڪري نوڙت،

ڪڏهن ڳراٽيون ڳل پائي، بس پيار اسان لاءِ ڪافي آ.

(4)

محبوب مون ڪي ويو آهي وڻي، ان جي الفت آهي گهڻي،

"تراب" نہ هڪڙو پل تي پري، دلدار اسان لاءِ ڪافي آ.

## ڪافي

تنهنجي پيار ۾ پيارا دلڙي اڙي آ،
مون کي ياد نانءُ تنهنجو، سهڻا گهڙي گهڙي آ.

(1)

تنهنجي هي مست جواني، تنهنجي سونهن جو نه ثاني،
ڏاڍي صورت سُهاني، حيرت ڪيو حيراني،
دلبر هي دل اوهان جي، قربن ڪَڙي ڪَڙي آ.

(2)

نرمل تنهنجي نظاري، منوهي وڏو آ ماري،
اکڙين سندي اشاري، دلڙي وئين ڏتاري،
محبت جي ميخ من ۾، تو جاني جَڙي جَڙي آ.

(3)

”تراب“ تي ترس ڪر، مٺا مهر جي نظر ڪر،
قاتل نه هي قهر ڪر، نه زندگي زهر ڪر،
سوُرن ۾ جان منهنجي، سُهڻا سَڙي سَڙي آ.

## ڪافي

اڄـهـو يــار آيـو مـنـهـنـجـي اک ڦـري آ،
مـــتـي ڪــانــگ ٻــولــي امـــيـدن ڀَــري آ.

(1)

سـڪـايـل جـي ايـنـدو لـهـڻ سـار سـهـڻو،
چـيـو ڪــالـهـ قـاصـد خـبـر هـي ڪـري آ.

(2)

انــجــام پــاڙڻ اڄــي ٿــو پــريــن اڄ،
تصــويــر اُن جــي اکــيــن ۾ ٺــري آ.

(3)

وڃــي ڏيـــهـ ويــتــو ڏاڍا ڏيــنــهــن لائــي،
اُن جــي سَــري ويــئــي نـ مـنـهـنـجـي سَـرِي آ.

(4)

”تــراب“ يــار ايــنــدو پــائــي ڳــل ڳــراٽــيــون،
مــلاقــات اهــڙي مــنـهـنـجـي مــن گــهُــري آ.

## ڪافي

پرديس هليو ويو يار؛ منهنجو دلدار ڪڏهن ايندو،
جنهن سان منهنجو آ ٿي ويو پيار، منهنجو دلدار ڪڏهن ايندو.

(1)

مونکي جادو هڻي؛ منهنجي دل ويو ڪٽي، منهنجي باب بڻي آ جدائي،
پيو ٿو سور سهان؛ ڪنهن کي ڪين چوان، ساري رات روئان ننڊ نہ آئي،
ڦٽي دل جو ويو آ قرار، منهنجو دلدار ڪڏهن ايندو.

(2)

ويئي هُن جي سَري، منهنجي ڪانہ سَري، ٿينديس نيٺ چري هڪواري،
هنڌ اوکي اڙي؛ قربن ۾ ڪَڙي، ويئي دلڙي سڙي، درد واري.
آهي برهہ ڪيو بيمار، منهنجو دلدار ڪڏهن ايندو.

(3)

وينو ڦالون وجهان، پانڌي روز پُڇان، ڦٽڪان ۽ لُڇان، ڏِگ نهاريان،
شل موٽي اچن، من مونسان مِلن، "تراب" مان تن کي ٿو ساريان،
وري آيو آهي بهار، منهنجو دلدار ڪڏهن ايندو.

# نظم

هيٺو حال ٿيو منهنجو، حبيبن ڪان پڇي ڏس،

ٿيندو نہ دوا دارون، طبيبن ڪان پڇي ڏس.

(1)

حڪيمن بہ ڇيو هن جي، دوا ناهي اسان وٽ،

ڪوشش بہ ڪيون پوءِ بہ، شفا ناهي اسان وٽ،

هن مرض جو علاج، عجيبن ڪان پڇي ڏس.

(2)

علاج مرضِ عشق جو، ٿيندو نہ ٿيو آ،

جنهن فائدي لاءِ آهي ڪبو رهندو ڇيهو آ،

ڪنهن عشق جي بيمار، مريضن ڪان پڇي ڏس،

(3)

ڇيو دل تہ ويندو درد لهي يار ملي اچ،

محبوب مٺو منور منٺار ملي اچ،

ڇيم دل تہ اهو پنهنجي نصيبن ڪان پڇي ڏس

(4)

گهورن جي ڇڏيا گهائي، ڇتي ڪين سگهن ٿا،
دلبر جي مرن در تي، وري ڪين وڃن ٿا،
اهو موت تہ ديدن جي، شهيدن ڪان پڇي ڏس.

(5)

"تراب" تڪو تاب، جنهن ڪي عشق چون ٿا،
پلپل ٿا پون پُور، سوين سُور سجهن ٿا،
مذڪور محبت جو، مسيحن ڪان پڇي ڏس.

## نظم

منهنجا محب: مجاهد، توکي لاکون سلام،
ساري جڳ جون دعائون، مليون توکي انعام.

(1)

پڙهي ناد علي وچ: نعرا تڪبير هڻندو،
ڪندو وار دُشمن توکي، ڪجھ به نه ٿيندو،
هڻي حيدر جو نعرو، ڪر فتح اسلام.

(2)

توسان الله مدد آ: توسان محمد مدد ۾،
توسان حيدر مدد آ: توسان پنجتن مدد ۾،
حامي توسان هوندا، تائين روز قيام.

(3)

توکي قدرت جي طرفان، مليو ڏاج شهادت،
پنهنجو ملڪ بچايئي، ڪري سِرَ جي سخاوت،
"تراب" تو لئه ناهيو، هي تحفهء ڪلام.

## نظم

شادي سدا مبارڪ شادي سدا مبارڪ.
محبوب ۽ عطا جي شادي سدا مبارڪ.

(1)

آدم توکي مبارڪ، توکي حوا مبارڪ،
ڪل انبياء مبارڪ، شهہ انبياء مبارڪ،
شيرِ خدا مبارڪ، شهہ ڪربلا مبارڪ،
يارِ وفا مبارڪ، اهلِ صفا مبارڪ،
هن پنجتن جي گهرجي شادي خدا مبارڪ.

(2)

پيران پير توکي لک لک دفعا مبارڪ،
شاهہ شهبد شادي محبوب، عطا مبارڪ،
تر جا ڌڻي مبارڪ يا عزت الله مبارڪ،
ڪرمئون قبول ڪيو يا فضل الله مبارڪ،
شادي اوهان جي گهر سُهڻا سدا مبارڪ.

(3)

جانِ فدا مبارڪ، ايمان فِدا مبارڪ،
روح فدا مبارڪ، قلب فِدا مبارڪ،
دارِ فدا مبارڪ، ديارِ فدا مبارڪ،
امداد يار توکي لک لک پيرا مبارڪ.

(4)

ستار تنهنجي گهر ۾ اڄ شادمانا ٿيا،
عيدُون کيون عُشاقن سڀ غير غم ويا،
تنهنجي نظر نوازيا؛ تنهنجي پُکي پيا،
لک لک مبارکن جا قبوليو سين اسان،
محبوب ۽ عطا جي شادي سدا مبارڪ.

(5)

جانِ من مبارڪ، ايمان من مبارڪ،
ارشاد من مبارڪ، شمشاد من مبارڪ،
دلشاد من مبارڪ، قربان من مبارڪ،
بس من تو مبارڪ، و من و من مبارڪ،
محبوب ۽ عطا جي شادي سدا مبارڪ.

(6)

وارث ولهين جا يار وارث علي مبارڪ،
حيدر بخش کي مبارڪ، عبد علي مبارڪ،
حسن بخش کي مبارڪ، اکبر علي مبارڪ،
سائين ولي محمد؛ قطب علي مبارڪ،
غلام علي مبارڪ ،لطف علي مبارڪ،
نبن؛ جڙيل کي مبارڪ، صدر الدين کي مبارڪ.

اي تراب علي توکي؛ تراب علي مبارڪ،
هادي بخش کي مبارڪ، ڪُل مخدومين کي مبارڪ،
هي امام الدين آ، امام الدين کي مبارڪ.

(7)

صوفي خوشي مبارڪ؛ توکي خوشي مبارڪ،
مونکي خوشي مبارڪ؛ صوفي خوشي مبارڪ،
هي آ خوشي، خوشي؛ خوشيءَ جي خوشي مبارڪ،
هي حاضري مبارڪ؛ هي سروري مبارڪ،
بهتر خوشي مبارڪ، صوفي خوشي مبارڪ.

(8)

محفوظ کي مبارڪ؛ دلدار کي مبارڪ،
طاهر کي آ مبارڪ؛ اسرار کي مبارڪ،
عبدالغفور ۽ آ، اظهار کي مبارڪ،
عبدالوهاب، نبن شاهه ڪراچيءَ واري؛ قزبدار کي مبارڪ،
سلطان شاهه، شبن شاهه؛ لعل بخش يار کي مبارڪ،
گدي، يوناني، ڏٽي بخش، هاشم، سانوڻ، ملهار کي مبارڪ،
پورل حسين، سيد عظيم، نثر يار کي مبارڪ،
ليلا رام جي قرب ۽ پيار کي مبارڪ،
جهوڪ جي آ منهنجي، هر پار کي مبارڪ.

(9)

خُورون؛ مَلڪ مبارڪ، ارض و سما مبارڪ،
جن و بشر مبارڪ؛ شمس و قمر مبارڪ،
ذڪر و فڪر مبارڪ، صورت صفا مبارڪ،
صادق، رڪيل مبارڪ، چيزل، خدا دوست مبارڪ،
اي سومرا مبارڪ، اي سومرا مبارڪ.

(10)

تهدل چوانتو ساري؛ فقراءَ ڪي مبارڪ،
هندو توکي مبارڪ؛ مسلم توکي مبارڪ،
عاقل توکي مبارڪ؛ عالم توکي مبارڪ،
مسجد توکي مبارڪ، مندر توکي مبارڪ،
پنڊت توکي مبارڪ؛ معلم توکي مبارڪ،
قرآن توکي مبارڪ، گيتا توکي مبارڪ،
مذهب توکي مبارڪ، ملت توکي مبارڪ،
انسان سڀ ڪي دين ۽ دنيا توکي مبارڪ،
ستارين ڪي شادي، امام الدين آ مبارڪ،
تهہ دل چوانتو ساري، فقراءَ ڪي مبارڪ.

## نظم

آيو بهار آيو؛ منهنجو ﭴ يار آيو،

مولا مونکي ملايو، وھ واھ جو رنگ ٿي ويا.

(1)

سهڻي ڪئي ستاري، مان صدقہ واري واري،

ڏاڍي وئي ٿي بهاري، وھ واھ جو رنگ ٿي ويا.

(2)

قسمت منهنجي کُلي وئي، دل؛ دل سان اچ ملي وَئي،

مون لاءِ عيد ٿي ويئي، وھ واھ جو رنگ ٿي ويا.

(3)

پنهنجي پاڻ کي سينگاري، آيو منهنجي اوتاري،

ڏاڍو پيار ڪيو پياري، وھ واھ جو رنگ ٿي ويا.

(4)

”تراب“ طلب جنهن جي، تنهن سار لڌي مُنهنجي،

ڪيئين مِهر نظر پنهنجي، وھ واھ جو رنگ ٿي ويا.

## نظم

تون هجين ڏار يا تون آهين روبرو،
تنهنجي تصوير دل ۾ رهي ھُو بَھو.

(1)

آهيان مان سُتل يا آهيان جاڳ ۾،
غمن ۾ هجان يا آهيان راڳ ۾،
ڇڻ تہ مونساڻ دلبر آهين ڏُوبَدو.

(2)

منهنجو يار توسان ڏاڍو پيار آ،
مونکي پيار تنهنجي ۾ اعتبار آ،
دنيا ۾ ٻيا آهن لکين خوبرو.

(3)

ڪندس تنهنجي خدمت ساري زندگي،
تنهنجي نوڪري ، منهنجي بندگي،
تون بہ رکجان پنهنجي پيار جي آبرو.

(4)

"تراب" راز دل جو مان ڪنهن سان سَليان،
ڇوان ڪيئن نہ توکي ٻيو ڪنهن کي ڇوان؟
دل ۾ سور سانديم سدا سُو بہ سُو.

# نظر

مون کي يار الائي ڇا ڇوندو؟
پنهنجي خطا جا ويئي مونکان، سرڪار الائي ڇا ڇوندو!؟

(1)

سخت نظر سان مون ڏي ڏسي ٿو،
زوري ڪري مونکان دلڙي کسي ٿو،
وري مونکي موٽائي ڏيڻ جو، اقرار الائي ڇا ڇوندو.

(2)

سهڻي کي جڏهن سامهون ڏسان ٿو،
بيوس ٿي خاموش وڃان ٿو،
حسرت نہ ٿئي ڳالهائڻ جي، گفتار الائي ڇا ڇوندو.

(3)

”تراب“ نہ منهنجو يار پرڇي ٿو،
سِرُ بہ ڏنم تہ بہ، نہ سرڇي ٿو.
مَري ويندس مان مهڻن ۾، سنسار الائي ڇا ڇوندو.

## ٧ نظم

حسن وارن سان هيئن گذارجي،

لائي نينهن شينهن کيئن پالجي، شرط، پرت، سُرت سان نباهجي.

(1)

بُت بڻائي اُن جي پوجا ڪجي، بڻجي ڪافر؛ ڪفر ڪمائجي،

دل اندر گهر، مندر بڻائجي، هڪ پرين، حسين، نشين ويهارجي.

(2)

سُور، سوز، سيني سِڪ سَمائجي، دل جي ڪوٺي اندر نهارجي،

وصال، خيال، حال هُل هلائجي، نہ دلدار يار وار وسارجي.

(3)

توڙ بنا هجي تہ لائجي، نہ تہ اصلي نہ نينهن لائجي،

صبح شام، سام، غلام سڏائجي، دم بہ دم هر قدم وڏائجي.

(4)

”تراب“ تدبير سڀ هلائجي، مَري محبوب کي منائجي،

پنهنجو ڪنڌ، سنڌ سنڌ ڪپائجي، آڌي رات بات؛ نعت ڳائجي.

## نظم

تي پرديسي سان پيار ويو،
پيار ڏيئي منهنجي دلڙي ڪٺي ويو،
جهٽ پَٽ ڪري بيمار ويو.

(1)

ڪَل نہ پئي ڪا ٽيندي جدائي،
مون ٽي پانيو مون سان هوندو سَدائي،
آرام نہ لهي اکين کي، مُونجهہ ڏيئي منٺار ويو.

(2)

محبت سڄڻ جي مست بنايو.
هوش، عقل سڀ سُور وڃايو.
راتيان ڏينهان مان روئندو وتان ٿو، ڏيئي مونکي آزار ويو.

(3)

ڏينهن محبت جا ياد پَون ٿا.
ڳوڙها اکين مان وَهي پَون ٿا.
"تراب" مون سان شل موٽي ملندو، مون سان ڪري اقرار ويو.

## نظم

چيو مان تہ معافي مِنا ڏيڻي پوندي،
چيو يار توکي سزا ڏيڻي پوندي.

(1)

چيم تنهنجي صورت لهي ڪين دل تان، وسري ويو آ گهر ٻار مونکان،
چيو يار ناهي ڪرڻ عشق سولو، اچا توکي در در گدا ڪرڻي پوندي.

(2)

چيم يار بي زر آهيان نوڪر اوهانجو، ڇڏيندس نہ هرگز مٺا در توهانجو،
چيو يار توکي اچڻ ڪين ڏيندس، هاڻي توکي غم جي غذا ڪرڻي پوندي.

(3)

چيم يار آهيان بيمار محبت، ستايو نہ مونکي اٿوَ ڏاڍي قدرت،
چيو يار تومان ڇٽي جند نہ منهنجي، سري تنهنجي ڌڙ کان جدا ڪرڻي پوندي.

(4)

اهڙو يار منهنجو بيپرواهہ آهي، ٿيو اُن سان منهنجو سوگهو ساهہ آهي،
مڃي نہ مڃي هُو آ مرضي جو مالڪ. "تراب" جان توکي فِدا ڪرڻي پوندي.

## نظم

آيو آهي اهڙو ڪو ابتر زمانو،

اج محبتِ وئي موڪلائي، سيڪو مطلب جو آهي.

(1)

جيڪي هُيا روز ڪني، سي بہ ويا منهنڙو مَٽي،

ڪو اهڙو لڳو واءُ آهي ، ڪوئي ڪنهن جو نہ آهي.

(2)

عشق وارن کي تا ڏسن، چو ٿو ٿئي ساڙ سَڙين،

وٺي مُلهہ ساڻ تن کي مارائي، ڇڏجيُ جيئري جلائي.

(3)

"تراب" ڪوئي ڪونهي قدر، هاڻي ڪرڻو پوندو صبر،

دنيا ڦري وَئي تہ ڇاهي، وڃ پنهنجي نِيائي.

## نظم

نٿو مون سان پرين پرچي پريشان ٿيو آهيان،
ارمان اٿم ڏاڍو حيران ٿيو آهيان.

(1)

اڪيون ٿيون اداس آهن ۽ ڏڙڪو ٿئي دل ۾،
اندرئون تا اٿن اڌما سؤ پُور پون پل ۾،
محبوب ملڻ خاطر مستان ٿيو آهيان.

(2)

مون کي سمجهايو سرتيون ڪيئن پرچايان پيارو،
ماٺهو تا ڏين مهڻا سڙي ساهه ويو سارو،
ويٺي ويٺي وِرهه ويڙهيو ويران ٿيو آهيان.

(3)

”تراب“ تڪو آهي ڏاڍو تاب جدائيءَ جو،
ڪري ياد ٿو هنيانءُ ڏري اهو وقت وِدائي جو،
هوندي بہ حياتي جي بي جان ٿيو آهيان.

## نظم

پيو ٿو سُور سهان دانهن مان ڪنهن کي ڏيان،
نڪي ٿو مران جيئان.

(1)

هار ويو؛ سينگار ويو جڏهن مونکان جُدا ٿي يار ويو،
جڏهن ٿو ياد ڪيان؛ ساري ساري رات روئان.

(2)

نڪو ساٿي رهيو؛ نڪا سنگت رهي، نڪا ملڪ ۾ هاڻي محبت رهي،
هاڻي مان ڪاڏي وڃان؛ ڏاڍو مجبور آهيان.

(3)

”تراب“ سان مِل؛ توکي ساري ٿي دل، منهنجو توکان سوا نٿو گذري هڪ پل،
سُور هي ڪنهن سان سَليان، روئي روئي ڳوڙها پيئان.

## نظم

سُج ۾ او سُج ۾ ، سُج ۾ عاشقن جا آهن اوتارا،
آهن اوتارا نوري نظارا.

(1)

چڙهي سونُ نگري وچي سُج کي وسايئون،
پائي منهن مونن ۾ رب ياد ڪيائون،
تن جا هلي ڪر دل سان ديدارا.

(2)

ڏيئي تن کي تسيا ٻکون ڪٽيائون،
پريمي پيالو ڪري پُر پيتائون،
سَرها سدائين سک سوز وارا.

(3)

"تراب" تڪيا هلي ڏس انهن جا،
ڪيئي جڳ ڏٺاسون سوالي سخن جا،
عشاقن جا آهن رنگ ڍنگ نيارا.

